| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو | نگاهن جا سجدا |
| شاعرا: | رخسانہ "پريت" |
| صنف: | شاعري |
| ڇاپو: | پهريون |
| ڇاپي جو سال: | 2014ع |
| ڪمپوزنگ: | راجڪمار لوهاڻو |
| ٽائيٽل: | ڪپتان ابڙو |
| ڇپائيندڙ: | ماءِ پبليڪشن |
| قيمت: | 300رپيا |
| ڪتاب نمبر: | ايڪويهون |

*ڪتاب ملڻ جا هنڌ: ڪانياواڙ ڪتاب گهر، اردو بازار ڪراچي- ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ ڪراچي- ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد- اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه- رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو- وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور- ڪامريڊ ڪتاب گهر، ڄامشورو- نيشنل بوڪ هائوس، پنج گلو خيرپور- الفتاح نيوز ايجنسي ۽ ڪتاب گهر، مهراڻ مرڪز سکر- عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر- ناولٽي بڪ اسٽور ميرپور ماٿيلو- المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ- ڪنگري بڪ هائوس، ميرپور خاص.*

لکپڙه لاءِ

## ماءِ پبليڪيشن، سکر

03213985031

## ارپنا

هي ڪتاب ارپيان ٿي
پنهنجي گهر ياتين،
همسفر، پيارين سهيلين
۽ انهن ڪي جيڪي پريت سان
پيار ڪن ٿا.

## پبلشر نوٽ

سنڌي شاعري ۾ نواڻ ۽ جدت هر دور ۾ ايندي رهي آهي ۽ ان کي ماڻهن بہ ڀرپور موٽ ڏني آهي. ايڪويهين صديءَ ۾ جيڪي سنڌي شاعر ۽ شاعرائون جديدت واري رنگ سبب پنهنجي سڃاڻ پاڻ پيدا ڪري چڪا آهن انهن ۾ رخسانہ "پريت" اهم جاءِ والاري ٿي، هوءَ سنڌ جي برک شاعرا مڃي وڃي ٿي. هن پنهنجي شاعري جي سڃاڻپ لاءِ جيڪي گهاڙيتا گهڙيا آهن انهن کيس الڳ سڃاڻپ ڏئي ڇڏي آهي. شاعري جا موضوع انسان جي ڪيفيتن سان گڏ اردگرد ٿيندڙ زندگيءَ جي حالتن جا بہ ڏَس ڏين ٿا.

هي خاص ڳالھ اها بہ آهي تہ ڪٿي ڪٿي جديد شاعريءَ ۾ ڪلاسيڪيت جو بہ رچاءُ نظر اچي ٿو. شاعري ادب جي لطيف ترين صنف آهي، ان ڪري رخسانہ "پريت" اهڙي ادراڪ کان واقف هئڻ ڪري پنهنجي شاعري ۾ ڀرپور نفاسيت کان ڪم ورتو آهي، ان ڪري شاعري پڙهندي ماڻهو ريشمي احساس ۾ ويڙهجي وڃي ٿو ۽ ڪيترين سِٽن کي پنهنجي ڪيفيت محسوس ڪندي ڪيف ۾ هليو وڃي ٿو.

"نگاهن جا سجدا" جو شاعراڻو مزاج ڪٿي بہ اوپرو ناهي ان ڪري پڙهندڙن کي ڪٿي بہ اوپرائپ جو احساس نہ ٿيندو. ماءِ پبليڪيشن پاران هن شاعري جي ڪتاب کي ڇپرائي سنڌي پڙهندڙن جي هٿن ۾ ڏئي رهيا آهيون. ان آس سان تہ هي ڪتاب بہ بهترين موٽ ماڻيندو.

پبلشر

## مهاڳ

هو پنهنجو وات جي چمين سان مونکي چمي،
چو تہ تنهنجو عشق شراب کان پلو آ،
تنهنجي عطر جي خوشبو لطف ڏيندڙ
تنهنجو نانءُ ان اوتيل خوشبو جيان آ
ان ڪري ئي ڪنواريون توتي عاشق آهن
جلدي ڪر مونکي پاڻ سان کڻي وڃ

دائود ۽ سليمان جي مقدس آسماني صحيفن ۾، عشق جي خماريل عورت جون هيءَ ستون جيڪي (Songs of suleman) يا وري غزل الغزلات ۾ هن يروشيلم جي ڌيئرن کي مخاطب ٿي پنهنجي محبوب جي حسن ۽ پيار جي بيان ۾ ڳايون آهن .پراڻي عهدنامي ۾ عورت جي عشقيہ شاعري جون اهي ستون آسماني گواهي جيان سدا حيات بڻيل آهن .جنهن ۾ هوءَ يروشليم جي ڌيئين کي پنهنجي محبوب جي عشق سان آشنائي واري ذائقي کان واقف ڪندي کين پنهنجي پيار جو گواهه بنائيندي پنهنجي عشق جو هي سدا حيات گيت گنگنايو.

مان توکي پنهنجي ماءُ جي گهر وٺي وڃان
جنهن مونکي سيکاريو...
مان پيئڻ لاءِ توکي ذائيقيدار شراب آڇيان،
پنهنجي انارن جو رس..
هنجي کابي ٻانهن منهنجي هيٺيان هجي ۽
ساڄي ٻانهن سان هوءَ مونکي پنهنجي ڀاڪرن ۾ ڀري
او يروشليم جو ڌيئرون!!
مان توهان کي قسم ٿي ڏيان تہ
منهنجي پياري کي نہ جڳايو، نہ اٿاريو

بائبل جي پراڻي عهدنامي ۾ شامل هيءَ غزل عورتاڻي توڙي مرداڻي عشق جو ڀرپور اظهار، جنهن ۾ عورت ۽ مرد ٻئي هڪٻئي جي عشق ۾ سرشار، جسماني وصل جي شديد خواهش اظهاريندي، يڪسان طور تي هڪٻئي جي جسماني حسن جي بيان ۾ هڪٻئي کان اڳيرا ٿين ٿا
عورت چوي ٿي تہ

اي يروشلم جون ڌيئرون!!......
مان توهانکي قسم ٿي ڏيان تہ
جيڪڏهن منهنجو محبوب توهان کي ملي وڃي
تہ کيس چئجو تہ
مان عشق جي بيمار آهيان.

ٻي پاسي مرداڻي آواز ۾ بيان ڪيل سندس محبوب جي جذبي جي شدت بہ لڳ ڀڳ ساڳي.....

اي منهنجي پياري!..
منهنجي ڪنوار، تو منهنجي دل کسي ڇڏي آهي
پنهنجي هڪ نگاه سان
پنهنجي ڳچي جي هڪ خم سان
تو منهنجي دل غارت ڪري ڇڏي آهي
اي منهنجي پياري
منهنجي ڪنوار
تنهنجو عشق بہ ڇا خوب آهي....
تنهنجي محبت مئي کان وڌيڪ لذيذ آهي
۽ تنهنجي عطر جي خوشبو هر طرف جي خوشبو
کان وڌيري آهي
اي منهنجي ڪنوار،
تنهنجي چپن مان ماکي رس ٽمي ٿو.
کير ماکي تنهنجي زبان هيٺيان آهن......

پراڻي عهد نامي ۾ سليمان جي نانءُ ڪيل غزل الغزلات جون هي سٽون سرجڻ تائين عشق جو اظهار اڃان رڳي مرد جي ملوڪيت هيٺ نہ آيو هو، پر عورت پڻ عشق جي اظهار ۾ بنهہ آزاد هئي.

مسيح جي ولادت کان ڪي ٽي يا چار صديون اڳ هندستان جي امارو وٽ بہ عشق جي اظهار جي لڳ ڀڳ ساڳي ئي صورت ملي ٿي جنهن ۾ مرد ۽ عورت ٻنهي جو اظهار شامل آهي.

مرد.18

جڏهن مون هنجي چپن کي پهريون دفعو چميو،
منهنجي پياس ڀيٽي ٿي ۽ زور سان ڀڙڪي اٿي
پر ان ۾ حيراني جي ڪائي ڳالهہ ناهي
انهن چمين ۾ هڪ سلوٽوپڻ آهي.

عورت.6

هوءَ سمهي پيو هاڻي تون بہ سمهہ
ائين منهنجي سکين مونکي چيو ۽ مونکي ڇڏي
هليون ويون
۽ پوءِ محبت جو هڪ مست غلبو مون تي آيو
۽ مون چپن سان پنهنجي گهوٽ جي ڳٽن تي
پيار ڪيو
مونکي محسوس ٿيو هوءَ لرزي اٿيو آهي
مونکي ڄاڻ پئجي وئي تہ اهو سمهڻ بهانو هيو،
ان وقت مونکي لڄ وٺي وئي.
پر جلدئي مون مسرت جون آهون ڀريون.

ان دور ۾ پراڻي عهدنامي جيان ننڍي کنڊ ۾ پڻ عورت پنهنجي جسماني ۽ شهوت ڀريل جذبن جي اظهار لاءِ ڪا هريرو پابندين هيٺ نٿي ڏسجي...پر اهو سلسلو

گهڻي وقت تائين قائم نہ رهي سگهيو .وقت آهستي آهستي عورت کان ان جي عشق جي اظهار ۽ خاص طور تي جسماني چاهتن ۽ لذتن جا ذڪر عورت کان کسيندو ويو.

پراڻي عهدنامي ۾ سليمان جي نانءُ ڪيل پنهنجي محبوب سان ملڻ جي چاهہ ۾ لکيل هن غزل تائين، عشق جي اظهار واري روايت اجان رڳي مرد جي ملوڪيت هيٺ نہ آئي هئي، غزل جي روايت ۾ جسماني چاهتن جي ذڪر ۾ عورت مرد کي هروڀرو پاڻ کان اڳڀرو ٿيڻ نہ ڏنو هو..پر وقت جيڪو هميشہ عورت لاءِ نامهربان رهيو آهي تنهن آهستي آهستي اظهار جي دنيا ۾ عورت جي جذباتيت جا حوالا ڪاٽا ڪرڻ شروع ڪيا. وقت جي ڦيري ۾ ڪٽي مقيد نہ رهي سگهيو پر عشق جو عورتاڻو اظهار سرگوشين، اڪيلائپ ۾ وصل ۽ وڇوڙي جي لذتن ۽ جهنمن جي ذڪر کان گهڻي دير تائين غزل جي روايت جو حصو رهي.

ائين ناهي تہ اظهارجي نہ سگهڻ واري پيار جي چاهنا عورت جي دل ۽ جسم ۾ ڪٿي دفن ٿيل رهي پر ان اڳتي هلي زماني جي معيار موجب ان عورت پنهنجي ممنوعہ محبتن جي حوالي سان پنهنجو پاڻ کي خود بہ سينسر ڪرڻ شروع ڪيو .عورت جي اشارن ڪناين، تشبيهن ۽ تمثلين ۾ عشق جي بيان جي روايت هيئن هلي تہ سماجي پابندين جي اثر هيٺ عشق جي ماريل ان عورت وٽ جسم ۽ گوشت پوشت جو وجود رکندڙ حقيقي محبوب بجاءِ هڪ اهڙي تصوراتي محبوب جنم ورتو، جنهن کي هُوءَ ڪامل ڏٽي جو نانءُ ڏيئي ان سان ساڳي طرح چاهڻ واري اظهار کي عام ڪندي رهي. ڪامل ڏٽي جي محبوبيت واري ان تصور هيٺ سماجي پابندين کي ڪنهن ضابطي ۾ آڻڻ بجاءِ عورت پنهنجي ڪامل ڏٽي سان عشق جو کليو کلايو اظهار ڪيو ۽ ان ريت حقيقي جسم رکندڙ انساني محبوب، تجريديت جي سفر ۾ اهڙي تصوراتي خاڪي جي شڪل ورتي. جنهن کي پوءِ خدا يا ديوتا سان پيٽيو ويو.مثلا ستين ائين صدي ۾ بصري جي رابعہ جنهن کي زماني بہ ڪامل قلندر چوڻ کان ڪيبايو هو چاڪاڻ تہ هوءَ عورت جي وجود ۾ ورتل قلندري ڪيفيت هئي. انڪري ڪيس اڌ قلندر چيو ٿي ويو .اڌ قلندري جي لباس ۽ عاشقي جي عطا ۾ رابعہ بصري پنهنجي محبوب سان هئين مخاطب آهي.

"جي دوزخ جي ڊپ کان

توکي چاهيان تہ باہ ۾ ساڙي رک ڪجانءِ

جي بهشت جو لوڀ تہ
ان جا در بہ سدائين مون تي بند رکج
مان تہ
توکي انڪري ٿي چاهيان تہ
تون پنهنجي ابدي حسن کان مونکي محروم نہ
رک.“

ڇهين صدي ۾ بصري جي رابعہ بصري جي محبوب جي ابدي حسن پسڻ واري خواهش ڪوڪ بنجي آسمانن جي ڏٽي کان ٿيندي سورهين صدي ۾ ننڍي کنڊ جي ميران جي درد ۾ انساني بت واري سانوري ديوتا ڪرشن سان ميلاپ آشنائي جي تڙپ ۾ هيئن ورلاپجي ٿي.

”ہے رے میں تو پریم دیوانی میرا درد نہ جانے کوئی
سولی اوپر سیج ہماری، کس بدھ سونا ہوئے،
گگن منڈل پر سیج پیا کی، کس بدھ ملنا ہوئے،
گھائل کی گتی گھائل جانے کہ جن لاگے ہوئے،
جوھری کی گتی، جوھری جانے، کہ جن جوہری ہوئے
درد کی ماری بن بن ڈالوں، وید ملیو نہ کوئی
میراں کی پر بھو مٹے جب وید سانولیا ہوئے“

اي سکي،
مان تہ عشق جي ديواني آهيان، منهنجو درد
ڪير ٿو ڄاڻي
اسانجي سيج سولي تي آهي،
ننڊ، ڀلا ڪيئن اچي؟
منهنجي محبوب سيج آسمانن تي سجيل تہ
آخر ميلاپ ڪيئن ٿئي،
گهايل جو درد گهايل ئي ڄاڻي،

جنهنکي اهو ڏک لڳل هجي،
جوهري ئي جوهر جي سڃاڻ رکي ٿو.
جي سچ پچ جوهري هجي تہ
درد ۾ بيچين ٿي مان جهنگ جهنگ رلان ٿي
ڪير طبيب نٿو ملي
منهنجا مالڪ
ميران جو درد تہ تڏهن ئي لهي
جڏهن سانورو ان جو طبيب ٿئي"

پراڻي عهدنامي جي عبراني غزل، ننڍي کنڊ جي امارو کان ٿيندي ، عربي ۾ قصيدي ۽ ايران تائين پهچڻ کانپوءِ جنهن بلندي ڏانهن پرواز ڪئي، ان جي آسمان جا رنگ ننڍي کنڊ جي هندي ۽ سنڌ جي سنڌي کي منڊي ويا.

لغت ۾ تہ غزل جي تشريح ائين بہ ڪئي وئي تہ "غزل معني عورت کي مخاطب ٿيندي عشق بازي ڪرڻ"، غزل، "محبوب سان، محبت جي گفتگو" واري وصف ۾ رائج ٿيندي ننڍي کنڊ جي سرزمين تي ڪافي وقت ورتو پر روايتي طور تي اها جنس جي صيغي جي استعمال ۾ آزاد رهي . اردو غزل ۾ محبوب جو صيغو اختر شيراني جي غزل کان ڪان اڳ تائين لڳ ڀڳ مذڪر ئي رهيو آهي،توڙي جو ان جو غزل گو، صوفي شاعري جي بر عڪس پنهنجي پاڻ کي بہ مذڪر عاشق طور ئي پيش ڪندو رهيو آهي جڏهن تہ سندس معشوق بہ مرد ئي آهي .ائين اردو غزل جي شروعاتي دور ۾ محبوبيت جي مسند تي ويٺل مرد؛ عورت جو محبوب نہ پر مرد جو ئي محبوب رهيو آهي .غزل جي ان روايتي انداز جي ڪري عورت شاعرائن جا پير غزل جي ميدان تي کپي نہ سگهيا .معاشرتي طور تي بہ غزل جي صنف، عورتن لاءِ ممنوع سرزمين سمجهي ٿي وئي جو اها صنف عشق، محبت، وصل، وڇوڙن، ٿڌن ساهن، آهن ،شوڪارن سان پر ڪڏهن محبوب جي ماڻن کي نہ ماڻڻ تي ماتم ڪدي جو ڏيک ڏيندڙ تہ ڪڏهن وري وصل جي آڳ ۾ جلندڙ جسمن جي عشرت ڪدي جو ڏيک ڏيکاريندڙ ادبي صنف رهي آهي. روايتي سماج ۾ عورت جي حقيقي مرد سان عاشقي تہ هوندي ئي ناقابلِ قبول پر محبوبيت جي مسند تي ويٺل عورت بہ سماج ۾ چڱي عورت ليکجڻ واري معتبرائپ ماڻڻ کان محروم رهي ٿي. اها ئي ڳالهہ آهي تہ ان ئي عورت کي سماج مان ڪٽي جي رڳي حسن جي ديوي ناهي شاعري ۾ پيش

ڪيو وڃي تہ ان سان شاعري جا سيئي دبستان جرڪندا رهن ٿا پر شاعر جي محبوبہ طور نشانبر ٿيل عورت لاءِ سماج وٽ ڪا گهڻي عزت واري جاءِ نہ آهي.

سنڌ ۾ مير عبدالحسين سانگي جي روايتي غزل کان اياز جي نئين انقلابي غزل تائين فني ۽ فڪري حوالي سان جيتوڻيڪ ڪيترن ئي تجربن جو سفر، سنڌي ادب ۾ شاملِ راه رهيو هوندو. فارسي زده غزل جي نج پج سنڌي مزاج ماڻن واري سموري ارتقائي سفر ۾ سنڌي شاعرائن جا نالا سدائين ڪٽل رهيا آهن ، جو غزل جي صنف ۾ سنڌي شاعرائن بمشڪل پنهنجا ڪي پير نشان ادبي تاريخ تي ڇڏيا هوندا .غزل گوئي ۾ عورتن جي يڪي غير حاضري جو سبب بہ دراصل ان سماجي سرشتي جي ٻڌي اخلاقي معيار جو نتيجو سمجهڻ گهرجي جنهن ۾ عورت لاءِ سماجي قبوليت جي اخلاقي ماپ سنڌس غير جذباتي يا محض ريسيپٽو هئڻ واري وجود سان ڳنڍيل آهي .سموري دنيا جي ادبي ورثي جو جائزو ورتو وڃي تہ رڳو سنڌ ئي نہ پر ويهين صدي جي پهرين اڌ تائين عورت تخليقڪار عورتون سماج جي اخلاقيات جي صليب تي ان ٻڌي معيار جو جيڪو درد دانهينديون رهيون آهن، اهو سڌريل يورپ توڙي مغربي سماج جي ادبي تاريخ ۾ هڪ گهري چيخ جيان دفن آهي.

ان جا مثال يورپي سماج ۾ جابجا ملن ٿا تہ تخليقڪار عورتن وٽ ادبي صحفن تي پنهنجي جاءِ حاصل ڪرڻ ڪو آسان ڪم نہ رهيو آهي. ويهين صدي جي پهرين اڌ ۾ امريڪي شاعره اين سڪيسٽن پنهنجي ذاتي زندگي توڙي ادبي تخليق جي حوالي سان ايتري ڪشمڪش جو شڪار رهي جو پوءِ نيٺ تنگ ٿي پاڻ کي گاڏي چالو ڪري هڪ گيريج ۾ بند ڪري ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس جي زيادتي سان موت جي حوالي ڪيو. ان جي نظم جون سٽون آهن جيڪي هن جي ان ذهني ڇڪتاڻ وري ڪيفيت جي شدت ۽ گهرائي کي بيان ڪن ٿيون .

هڪ عورت جيڪا اديبہ آهي گهڻي حساس آهي
ڪيترين ئي وجداني گهڙين ۽ ڪيترين
علامتون،
هنجا ڏينهن، هن جا ٻار ۽ ننڍا ننڍا بيت
ان لئہ اهو سڀ ڪافي ناهن،
جئين ڏڪويل ڇهرن، ڪڇهري بازن ۽ سبزين جي ڍير مان

هنجي دل نتي پرجي.
هو سوچي ٿي تہ ستارن کي خبردار ڪري سگهي ٿي
هڪ اديبہ دارصل هڪ جاسوس هجي ٿي،
منهنجا دوست مان اهائي ڇوڪري آهيان.

هڪ مرد جيڪو اديب هوندو آهي ، گهٽو ڪجهہ ڄاڻندو
آهي،
ڪيترائي جادو ۽ ڪيترائي بي بنياد عقيدا،
جيئن هنجي ايستادگي، هنجا جنسي تعلق ۽ هنجا ٻار
هن لاءِ ڪافي نہ آهن
جئين مشينون. جنگي جهاز ۽ جنگ وجدل مان
هن جو من نتو ڀرجي
هو هڪ استعمال شده فرنيچر سان هڪ درخت تيار
ڪندو آهي
هڪ اديب دراصل بد ديانت ۽ بدمعاش ٿيندو آهي،
منهنجا دوست. اهو ماڻهو تون ئي آهين.

يا وري سلويا پلاٿ جون هي سٽون اهڙي ئي ڪيفيت جي وڌيڪ ترجماني ڪن
ٿيون

مونکي هڪ سادي پيتي نہ ڪپي،
مونکي پٿر جو هڪ تابوت ڪپي

ٻچيتي جيان ليڪون ۽ هو بهو ساڳيو چهرو
ڏس تہ چنڊ جيان گول لڳي......

اين سيڪسٽن ۽ سلويا پلاٿ عورت جي جنهن اظهار لاءَ امريڪي سماج ۾
پنهنجو پاڻ کي آرٽ جي اعليٰ فن پارن جي شڪل ۾ سامهون آڻي رهيون هيون، جي لڳ
ڀڳ اهڙو نہ، تہ بہ هر سماج، ڪنهن نہ ڪنهن حد تائين عورت جي اهڙي آواز کي بہ جاءِ

ڏيئي رهيو هو، جنهن ۾ عورت تخليقڪارن پنهنجي حصي ۾ آيل آسمان ذري ۾ رنگ چٽڻ سان گڏ فن جي دنيا ۾ ڪي نوان تجربا پڻ ڪري رهيون هيون. اهڙي دانهن سنڌي سماج ۾ پڻ ٻڌڻ ۾ آئي جنهن ۾ عورت جو آواز سندس ان ٻٽي اخلاقي معيار هيٺ سماجي رتبي جي حوالي سان مزاحمت طور موجود آهي پر جلد ئي ڪن عورت شاعرائن مزاحمت کي پنهنجو ورثو سمجهندي به ان ٻٽي اخلاقي معيار جي گهٽي پرواه ڪرڻ کانسواءِ پنهنجي مڪمل عورتاڻي اظهار سان پڻ ڌيان ڇڪايو اها ٻٽي معيار واري ڇڪتاڻ بيشڪ ته سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ نمايان حيثيت رکي ٿي پر ان سان گڏ ڪي نالا اهڙا به رهيا جن روايتي اخلاقي معيارن جي پرواه ڪرڻ کان سواءِ نه رڳو ادب جي هر صنف تي نه رڳو طبع آزمائي ڪئي پر هن وقت نظر ڦيرائي ڏسجي ته عورت تخليقڪار ادبي سفر ۾ معيار ۽ تجربن جي حوالي سان همعصر مرد شاعرن کي گهڻو پوئتي ڇڏي چڪيون آهن. غزل گوئيءَ ۾ سنڌ جي پلوڙ شاعره رخسانه پريت جو هي ڪتاب "نگاهن جا سجده" ان ڏس ۾ سنڌي غزل جو اهو پهريون مجموعو آهي، جنهن ۾رخسانه مرداڻي معيار جي تقليد ڪرڻ بجاءِ بجا طور تي ڪاميابي ۽ وڏي بيباڪي سان عورت جي لب ولهجي ۽ جماليات کي غزل ۾ متعارف ڪرايو آهي. رخسانه بلا شبه ته صنفي تفريق جي خاني ۾ ويهڻ کانسواءِ ئي سنڌ جي همعصر غزل گوئي ۾ پنهنجو مقام ماڻيو آهي.

بنيادي طور تي سموري شاعري، سماج جي ان ٿي ڪوڙه ۾ ڪڙهندڙ بيمار روحن جي مسيحائي جي آگر جو ڇماءُ آهي. شاعري، جيڪا هڪ ئي وقت ڳريل ماس جا ڦٽ به ڇتائي ته ٽنل روحن جي رفو گيري به ڪري ڇاڙڻ جو ڪرشمو رکندي آهي. شاعري اسان جهڙي بيمار سماجن ۾ جلندڙ جيوت لاءِ گهريل تازي هوا جو جهونڪو آهي، جيڪا حيات جي پيغامبر ٿي اچي ٿي. ان شاعري جي ڪينواس تي اچان به جي غزل جي ڪٿ رکجي ته رومانوي مزاج رکندڙ اصلوڪو غزل پيار جي ذڪر ۾ ويران تي ويل بدن ۽ خشڪ روحن تي آيل بهار جي پهرين بارش جون بوندون آهن.

عمر جو اهو حصو جڏهن روح، رومانس جي آسمانن ڏانهن پرواز جا پر ڪٽي، وجود: عاشقي جا نوان اپ ڪچي ۽ اڪ، عشق ۾ خماريل خماريل رهي، عمر جي ٺيڪ ان حصي ۾ هن ڪتاب جي تخليقڪار رخسانه پريت جي پيرن جا پنڌ جنهن جهان جي مسافري تي نڪتا، اها مسافري ٽڙي پوڻ جون خوشخبريون ميڙڻ واري مند جيان ڪيس ڀانءِ پئجي ويئي، ايئن پريت پنهنجي پيرن جي رستي ۾ آيل شاعري سان سات قبوليو.

جيتوڻيڪ سنڌي سماج ڪيترن ئي مدي خارج سماجن جيان جاگيرداري قدرن جي ڪري عورت ليکڪائن لاءِ گهڻو خوش آمديدي رويو رکندڙ ثابت نہ ٿيو آهي، جيستائين اها تخليقار عورت ان جي آڏو جهلي سندس پويان هلڻ لاءِ تيار نہ ٿئي.

جنهن دور ۾ رخسانہ شاعري کي پنهنجي وجود جي اظهار جو ذريعو ڪري ورتايو، سنڌ جي باشعور جواني لاءِ اهو دور ڏکي چونڊ ۽ ڏکين فيصلن ڪرڻ جو هو . هڪ پاسي سنڌ جي سياست ۾ سياسي اٿل پٿل ۽ پيچ ڏاهه واري دور جي شروعات ٿي چڪي هئي . سويت يونين جي ٽٽڻ ڪانپوءِ عالمي نظريئي ۾ لاٿ، قومن جي آزادگين وارن تحريڪن ۾ ماٺار واري پس منظر ۾ سنڌ ي سماج بہ نوجونن کي اڳتي وڌڻ لاءِ ڪي بنيادي فڪري محرڪ فراهم ڪرڻ کان محروم هيو .ٻي پاسي سنڌي ادب ۾ راهبري ڪرڻ وارن جا ڪرتوت ساريا پيا هئا ، جيڪي تخليقي تنقيد جا نوان رستا ۽ گس تلاشڻ بجاءِ تنهنجو اديب منهنجو اديب جا ٺپا هڻي پنهنجا نانيءَ ڳوٺڙا ٺاهڻ ۾ رڌل هئا .سنڌ جي تخليقي سگهہ نکرڻ سنورجڻ بجاءِ فرد جي شناخت واري داخلي بحرانن جي ور چڙهي رهي هئي. ڪنهن بہ سماجي، سياسي يا عالمي تحريڪن جي عدم موجودگي. پنهنجي زميني ڪلچر يا روايتن مان اتساه وٺي ان ۾ نئين ساه ڦوڪڻ، ان کي نئين معنيٰ ڏيڻ لاءِ حقيقي راهنمائي يا تخليق کي فن جي سنداڻ تي رکي پرکڻ جو سلسلو نہ هئڻ ڪري ان دور جي اڀرندڙ تخليقارن لاءِ بنهہ ڏکيو تہ اهي رڳي تخليقي سگهہ جا آڌار تي پنهنجي فردي سڃاڻپ جي تڪميل ڪري سگهن. ان ڏکي دور ۾ رخسانہ پريت پنهنجي تخليقي سگهہ جي آڌار تي ذاتي داخلي تجربن، سماجي مشاهدي ۽ ادبي مطالعي جي نچوڙ کي پنهنجو حقيقي سونهون بنائي بهادري ۽ سچائي سان شاعري جي پريت پيچري جو پنڌ شروع ڪيو .سندس شاعري اهو سلسلو جوڙڻ ۾ بنهہ ڪامياب چئي سگهجي ٿي جتي تخليقي ڪيفيت کي داخلي سطح تان مٿيرو ڪري ان کي سماجي شعور سا سلهاڙي ڪو بہ وڏو تخليقڪار پنهنجي اهڃاڻي سڃاڻپ جي تشڪيل ڪري ٿو.

ڪوئي اهڃاڻ پئي ڳولهيان
مان خود کي هاڻ پئي ڳولهيان
نہ ڪنهن پيي ڊوڙ ۾ شامل
مان پنهنجو پاڻ پئي ڳولهيان

## جيئان جيئڙن وجودن جا
## مان اهڙي چاڻ پئي ڳولهيان

پريت، جو هي غزل ايٿينز جي پوڙهي فلسفي سقراط جي پنهنجي پاڻ سڃاڻڻ واري سبق جو ورجاءُ آهي .جنهن ۾ پريت پنهنجي وجود جي ڳنڍين کي کوليندي. حيات جي اسرارِ مقصد تائين پهچي ٿي. هتي سندس ڳولها اندر مان فردي سطح تي شروع ٿي جيئڙن جي وجود يعني شعري معنويت ۾ ان هجوم، سماج سان ڳنڍجي ٿي جيڪو حيات جي مشعل کڻي بيٺل آهي .

ادبي راهبري جي نالي ۾ ڪنهن به قدآور اديب يا معتبر جي پذيرائي جي ڪلمن تي چڙهڻ بجاءِ رخسانہ پنهنجي همعصر دور جي ڳنڍيل سياسي ۽ سماجي شعور جي آڌار تي پهنجي ذات جي تند تپائي. شاعري کي پريت پنهنجي وجود جي وٿ سمجهي ساڻ ڪنيو ۽ ائين شاعري شوقِ دل نہ پر مقصدِ حيات بڻجي سندس روح تي لٿي. شاعري پريت لاءِ رڳو روح جي رولاڪي ۽ اک جي عاشقي جهڙو محدود مامرو نہ هئي، جنهن سان هڪ ٻن غزلن ۽ ڪجهہ نظمن ۾ پورو پئجي سگهجي ها. ان لاءِ سندس اعتراف پڻ ريڪارڊ تي تہ "شاعري منهنجو شوق نہ پر منهنجي پناه آهي"، هن شاعري کي هيلنگ فيڪٽر يا ڪٿارسس جيان سمجهيو آهي پر حقيقت تہ اها آهي تہ رخسانہ جي شاعري کي فقط ڪيٿارسس جي خاني ۾ رکڻ بہ نا انصافي ٿيندي .شاعري رڳو ڪٿارسس، يا رڳو اندر جي ٻاڦ ٻاڦڻ ناهي بہ ڪونهي پر ان ۾ سندس پنهنجي دور جي سياسي توڙي سماجي اٿل پٿل مان حاصل شعوري سرت جي روشني جو اهو اولڙو بہ سندس شاعري ۾ شاملِ سفر آهي جيڪو سندس پنهنجي ئي نہ پر سڄي ديس جي راه آسان ڪندڙ آهي. مونکي روسي ڪلاسيڪي شاعر پشڪن جي هڪ دعا ياد اچي ٿي تہ

اي خدا ماڻهن جي راه تي
رحم فرماءِ (پشڪن)

پريت جي شاعري بہ سماج جي راه کي روشن ڪندڙ آهي. اعليٰ شاعري جيان سندس شاعري ۾ بہ رڳو ڇا آهي وارو سوال نہ آهي پر ڇا هجڻ کپي وارا آدرش ۽ تصور بہ پريت جي شاعري ۾ پوروچوٽ ليڪن جيان گڏوگڏ هلن ٿا. رومانس ، سندس شاعري،

سندس زندگي جو واحد فڪري مرڪزيت رڪندر عنصر پر ان رومانس ۾ نئين دنيا جا سپنا پڻ سجايل ملندا. رومانوي مزاج ۾ ان جي شعوري ادراڪ جي سنگم سان رخسانہ غزل گوئي ۾ هڪ نمايان ۽ خاص جاءِ ناهي آهي. سندس جيڪو ڪيس نہ رڳو پنهنجي لهجي ۾ فڪري اظهار جي حسين امتزاج جي ڪري منفرد آهي پر سندس غزل جي اها ئي انفراديت سندس غزل کي پنهنجي همعصر کان بنهہ الڳ سڃاڻپ بخشي ٿي. غزل جي ڏس ۾ رخسانہ پريت پنهنجي همعصر کان هڪ وک ان ڪري بہ اڳتي آهي جو سندس همعصر وٽ روايتي غزل وارو اهو رس رچاءُ ڪثرت سان تخليقي استعمال ۾ نہ رهيو آهي، سنڌي غزل هن وقت مزاج جي حوالي سان تخليقي عنصر جي کوٽ بنهہ شدت سان محسوس ٿئي ٿي، نواڻ تازگي، ۽ نئون روح ڏيڻ بجاءِ سنڌي غزل تقليدي ڏس ۾ اڳتي وڌي رهيو آهي. پر پنهنجي همعصر غزل گو جي ابتڙ رخسانہ جو غزل جيتوڻيڪ فني اڻت، خيال، لفظن جي سادي استعمال سان مزاج ۾ ان روايتي غزل کان گهڻو پري نہ آهي پر اها سندس خيال جي تازگي ۽ جماليات آهي جيڪا ڪيس نمايان ڪري بيٺي آهي جيتو ٽيڪ سنڌي غزل ڪيتري وقت کان سياسي ۽ نظرياتي تحريڪن جي تجربن مان گذري هڪ نئين شڪل اختيار ڪري چڪو آهي پر پريت غزل جي ڏيهي لهجي ۽ رومانيت کي برقرار ڪندي ان ۾ خيال جي حوالي سان ڪامياب تجربا ڪيا آهن .

نگاهن جا سجدا سنڌي شاعري ۾ ڪنهن بہ عورت شاعره پاران شايع ٿيندڙ پهريون مجموعو آهي، جنهن جي ليکڪ هجڻ جو اعزاز پريت جي حصي ۾ شامل آهي، ۽ پنهنجي غزل جي پهرين مجموعي نگاهن جا سجدا ۾ رخسانہ جو غزل بہ رومانيت جي ان ئي پيچري پنڌ تي هلندي روحن جي مسيحائي ۽ بيمار بدن جي شفا لکندي ٿو وڃي. رومانيت ننڍي ڪنڊ ۾ سرجندڙ غزل جو حسن آهي، پيار رڳو پريت جي غزل جو ئي نہ پر دنيا جي سموري شاعري جو جاڳ جزيرو آهي، جيڪو انساني فطرت سان وابستہ داخلي جذبن کي معنائن جا سوين روپ بخشي ڇڏي.

منهنجون جي رچنائون آهن
محبت جون معنائون آهن.

ڪل ڪائناتي جذبن جي سقلتا جو قل، اهو ئي پيار جيڪو محبوب جي در کان دار تائين دهلين دمامين ڳائيندو وڄائيندو پاڻ نروار ڪندو ٿو وڃي

پريت آ لکندي هر کا شي پر
پيار ئي ڪين لڪائڻ جهڙا.

پيار شخصيت سازي، انسان مان انسان گهڙڻ ڏاهي پوءِ نئين بنائڻ جو هنر ڪمال رکندڙ وٽ، پريت جي غزل ۾ بہ گهڙيندڙ ۽جوڙيندڙ ، ناهي نئون ڪندڙ عنصر جيان شامل بنهہ خيام جي رباعي جيان

اي محبوب، مان تون هن سان گڏجي ڪنهن رٿا سان
هن ڏکوئيندڙ ڪائنات کي پنهنجي گرفت ۾ آڻيون

ڏ ان کي ننڍڙن ننڍڙن ذرن ۾ پکيڙي ڇڏيون
۽ وري پهنجي دل مطابق ان جي نئين سر اڏاوت ڪريون.

خيام جي رباعي جيان پريت وٽ بہ پيار پهرين ڏاهي ، ادبڙي، ريزو ريو ڪري پوءِ شخصيت جي نئين تخليق ڪندي نظر اچي ٿو .هن وٽ فرد جي عمارت جنهن مٽي ۽ گاري سان جڙي راس ٿئي، ان ۾ ٺهڻ کان اڳ ڊهڻ ۽ ڊهڻ کان پوءِ ڳاهجڻ، سلو سلي کان جدا ٿيڻ جو سمورو سفر شامل آهي .دل جي ڳاهڻ جو استعارو پيار جي ان سڄي سفر جي منظر ڪشي هن شعر ۾ ڪماليت تي نظر اچي ٿي..

پيار ماڻهو کي پيو گهڙي ناهي
تو ودي ڪنهن کي ڪنهن جي ڳاهي دل

هن وڏڻ ڳاهڻ ۽ پوءِ ناهڻ استعاري جي استمعال سان ان کي پهنجي ئي داخلي بطن مان جڙندي راس ٿين ڏيکاري روايتن جي عين ابتڙ پريت هتي دل جي ڳاهجڻ جي استعاري کي جڙجڻ واري عمل سان ڳنڍي ٿي. ، پيڙا ۾ پر هجڻ جي باوجود پيار هن وٽ ناڪاري ناهي، پرندڙ ،ڏاهندڙ ڳاهندڙ يا برباد ڪندڙ ناهي، هي درد تخليق ڪندڙ آهي، جيڪو حياتِ نو جي تمثيل آهي.

ڪونہ لفظن ۾ ماپجي سگهندا
پريت سارا تنئي پيار اکڙين ۾

پيار جي پانڌي پريت کي وات جي ڪٿ آهي ، سفر ۾ آيل سورن جي سامان ۾ ٿڌي ڇانورن جو بيان آهي. هي ڇڪيل چاڪ چولين جي رفو گيري جو داستان آهي .

If you love and get hurt, love more,
If you love more and hurt more love even more
If you love even more and get hurt every one
Love some more until it hurt no more.

ٽئگور

پيار هتي دستِ مسيحائي آهي جنهن سان هو پنهنجي سماج ۾ عشق جي ماريل عورتن جي دلين جي مهاڀارين کان وٺي سندن ڪُسجڻ جي ڪِيسن تائين جوسمورو داستان چٽي ٿي .

هيءَ عاشقي اجل جيان ماڻهوءَ اندر مان گذري
ڪو ڪو انهي سفر ۾ ڏس ڪا قطار ڪانهي.

رلائن عشق جون تانگهون
ڪٿي ڪو تاڪ تيڻو آه

پبن جي رت سان ڌوپي
پنڌن کي پاڪ تيڻو آ.

پنهنجو سفر نہ ڪو پڇي
پب هينئين پلصراط آ..

هي عشق جو آ امتحان
جو سمٽي واڳونءَ وات آ

تي ڪاري مان اجان ڪسجان
جي چاهت چنگ تي چوريان

سنڌي غزل ۾ بيشڪ تہ ڪانئس اڳ بہ عورتن جا آواز موجود پر نج نسواني لهجي، نسواني جماليات کي عروج بخشيندڙ غزل پريت جي حصي ۾ شامل آهي. سندس عورتاڻي لهجي جو پر اعتماد اظهار ڪيس ان درجي تي پڄائي ٿو جتان شام جي دمشق جائي نذار قباني جو سفر شروع ٿيو. نذار قباني اهو واحد عرب شاعر جنهن سماج ۽ انساني جذبات جي تشريح وقت رڳي پنهنجي سماج جي خارجي استحصال تي قلم نہ کنيو پر هن پنهنجي سماج ۾ عورت پاران ان ممنوعہ پيار جو علم بہ بلند ڪيو جنهن جي انڪار سندس ڀيڻ کي خودڪشي جو رستو ڏيکاريو هو. هن شام سميت عرب دنيا جي ڪروڙين عورتن جي دل جي ترجماني ڪندي، نسواني پاڪيزگي، ڪوڙي عصمت، نام نهاد غيرت، ڪنوارپ سميت ٻين ٽبوز خلاف ائين قلم کنيو جو نہ رڳو صدين پراڻي عرب سماج جي روايتي ڪلچر ۾ عورت جي دٻايل دانهن آزاد ٿي پر هو انهن ڪروڙين عرب عورتن جي دل جو ترجمان بڻجي پيو. عرب شاعري ۾ سندس عورت لاءِ پيار جي اظهار کي سماجي انقلاب سان ڀيٽيو ويو جنهن عورت جي جسم ۽ روح جي آزادگي جو نغمو لکيو .سنڌي ادب ۾ البتہ جديد شاعري ۾ ڪو اهڙو مرداڻو آواز موجود نہ آهي جنهن نسواني رومانس کي ائين گلوريفاءِ ڪيو هجي، انڪري اهو ڪريڊٽ بہ رخسانہ ڏي وڃي ٿو تہ هن جي شاعري ۾ عورت پنهنجي حقيقي وجود سان سماج جي ممنوعہ سرحدن کي لتاڙي جسم ۽ روح جي آزادگي سان پيار جا نوان آسمان ڳولهي ٿي.

پريت جي غزل جو لهجو بہ اهڙي ئي قسم جي خاموش انقلاب ڏانهن آگر جو اشارو آهي .هي غزل دمشق جي عرب شاعر نذار قباني جي ان خاموش انقلاب جي ياد ڏياري ٿو جنهن ۾ هن شاعري وسيلي عرب دنيا ۾ عورت جي عشق کي نہ رڳو آسماني درجو ڏنو پر ان کي عام ڪرڻ ۾ شاعري کان اهو ڪم ورتو جيڪو انقلاب ۽ آزادگين جي

جدوجهد ۾ عظيم شاعر ڪندا آهن. عرب شاعري ۾ نذار قباني اهو واحد مرداڻو آواز هو جنهن لکيو ٿي تہ

I want you female because
Civilization is female
Poems are female
Stalks of wheat
Vials of fragnance
Even Paris_is female
And Beirut despite of her wounds remains female
In the name of those who want to write poetry...be a woman
in the name of those who want to make love ...be a woman
and in the name of those who want to know God ...be a woman.

رخسانہ اها ڄاڻ رکندي بہ سنڌ ۾ عورتن لاءِ پيار جي ڏوھہ ۾ جيئرا جهنم آباد آهن، پر هو عورت جي سيني اندر ڌڙڪندڙ دل جي اڇل کان پڻ واقف آهي تہ اها ڪئين سماجي پابندي کي پرزا ڪرڻ جو هنر ڄاڻي ٿي. هن وٽ اهڙين باغي عورتن جي ڪٿا بہ هئين چٽي پئي آهي.

عشق علم کي کوڙي وئي آ
هر ڪو جيءُ جنهجوڙي وئي آ

نڪري پئي جو پوءِ جهليندڙ
هرڪا بانهن مروڙي وئي آ

چاهت هن جي وڻ ويڙهي جان
سوچ حواس وکوڙي وئي آ

مستيون چڻ تہ هوا ۾ جاڳيون
وار سمورا چوڙي ويئي آه

ساجن سامهون ڪچو گهڙو هو
پار وجهي يا ٻوڙي ويئي آ

اهڙي پيار ڏني پڪ آهي
سات نہ ڪنهنجو توڙي، وئي آ

مس سورنهن سال جي هوندي
پر صدين جو لوڙي وئي آ

هن جو جوبن چولو ڪهڙو
چاڪ چتيون هو چوڙي ويئي آ

تازگي ڪان خالي روايتي غزل ۾ پيار، بربادي ۽ ماتمِ هستي جو سبب بنجي ٿو اچي پر پريت جو غزل ان پيار کي وجود جي پناهگاه جيان ورتائي ٿو، اهڙي مٿي ڄاڻون جتي ٽڪ بہ لاهبا آهن تہ روئبو ڪلبو آهي...

ڪيڏو جيون هو رڻ جيان روليو
پيار، ٻڄي پناه، ڳالهايو

رومانيت جي نفيس اظهار کي سندس بيان جي سادگيءَ ايترو تہ خوصورت بنائي ٿي ڇڏي،

پيار جي پالوٽ ۾ پهلو پرين جو
پاڻ سان هي رازداري سان هلندي.

عاشقي جو ٻاٽ اونداهه ۾ لاٽ سان پيتجڻ بيشڪ تہ ڪو نئون ناهي پر پريت جو بيان ۾ بي ساختگي ان کي داخلي تجربي جو حصو بنائي ٿي ڇڏي.

عاشقين جون ڪي نيون شمعون جلايو
پريت ڪيسين رات ڪاري ساڻ رهندي.

هلياسين چوڏسائن ۾ رڳو اماس ملي
پڳاسين پيار جي پاسي آ پريات ملي.

رسوايون، سڀ سور ۽ صدما سانديي رکنداسين
پيار ڏنا هي سارا تحفا سانديي رکنداسين

پيار کي ڏوهہ سڀ چون، مون کي
آئي هن مان ثواب جي خوشبو

پريت پاڻهي آ پيار تي ويندو
ڪير ڪنهن کان پڇي ڪندو ناهي

ڇڏ تہ پلي ماڻي منزل کي
محبت منجهہ مهار نہ وجهجهان

پيار جي چيچ جهلي هلندا هن
دردن کي جهلجي تہ پلا ڪئين

پيار ۾ هو مدهوش سراپا ڏسجي پيو
پنهنجا پيي ڪجھ پير ٽڙيا جي چا تي پيو.

اڃي سار دامن ڇميو تئي اسان جو
اسان تنهن کي پاڪر پري پئي جياسين!

جڏهن جڳ جهان پاڻ لئہ اوپرو ٿيو،
پرين توکي پنهنجو ڪري پئي جياسيين!

رهو ڪجھ دور دور ٻپ تو تئي،
ڪوئي ڪنهن کي ڪٿي وٺي نہ وڃي!

هوءَ جا چاهت ۾ وئي آ ڪاري ٿي،
ٻڌو! مئلن ۾ سا ڳٽي نہ وڃي!

مشرقي شاعري ۾ عشق تصوف جي راه جو ذريعو سمجهيو وڃي ٿو، عشق، ذريعو آهي جيڪو محبوبيت جي وصال ڏانهن تہ ضرور وٺي وڃي ٿو پر اهو آگهي ۽ عرفان جي منزلن تائين پهچڻ جي ڏاڪڻ بہ ضرور سمجهي وڃي ٿو .رخسانہ مشرقي شاعري جي ان ورثي کان پلي پت آگاهي رکندڙ آهي .

عشق وارن کي ملن ٿا ڪيترا رستا نوان
ڪيتريون سوچون نيون ۽ ڪيترا نقطا نوان

پير اونداهين ڏريو من ۾
عشق فانوس ٿي ٻريو من ۾

بنيادي طرح مونکي محسوس ٿيندو آهي تہ تصوف جي رمز ۾ ويڙهيل عشق جو غزل ۾ بيان انتهائي ڏکيو آهي تنهڪري سنڌ جي سر موڙ غزل گو شاعرن بہ تصوف تي لکڻ وقت شاعري جي صنف غزل بجاءِ ڪافي، وائي، نظم کي چونڊيو آهي. ڪلاسيڪي ورثي جي ابتڙ رخسانہ وٽ عشق فقط وسيلو ناهي پر وٽس عشق رازِ حيات ۽ مرڪزِ زندگاني آهي، عشق وٽس زندگي جو ذريعو نہ پر انکي چڪي سگهڻ وارو ذائقو آهي.

عشق کان جو بہ آشنا ڪونهي
تنهن لئہ سچ پچ تہ ڪا سزا ڪونهي.

ڪيترن ئي صوفين جيان فلسوفين وٽ بہ عشق ادراڪ جو وسيلو آهي ۽ انکي علميت ۾ اها ئي حيثيت حاصل آهي جيڪا سائنسي علم ۾ سينس پرسيپشن کي هوندي آهي. عشق ڪٿي بذاتِ خود ڄاڻ جي معنيٰ ۾ ورتايو ويو تہ ڪٿي وري ڪائناتي راز جي ڪنجي طور ان جي راز پروڙڻ جي وٽ سمجهو ويو.

ڪا ڳوڙهي ڳنڍ ٻڌي وچ ۾،
تو ڪُل سان جُز ملائي، عشقا!

عشق هوئنن بہ سرمدي سنت ۽ منصوري مام آهي، اهي جن ان جي چڪي پيتي اهي اجل، فنا تي، سڙي خاڪ ٿيڻ وارين سمورين راهن مان سرخرو ٿي گذرن ٿا ۽ دائمي آجپو ماڻين ٿا.

پاڻ ساڙي سراپا خاڪ ڪري
عشق تنهنجا ڪمال ڏسنداسين.

گليون عشق واريون اجل ڏانهن وڃن
گليون ڪنهن جون ٿئي هي ٻڌايل چري

عاشقي جو عرق اوتيو
آ ڪيو آجو فنائن

One pain is cured by another. Catch new infection in your eye and not the position of old one would die...(Tagore)

هڪ درد جو علاج ٻي سان ٿئي ٿو، اڪين ۾ هڪ نئون درد پال تہ جئين پراڻو ختم ٿي سگهي.(ٽئگور)

رومانس ۽ عشق جي اڙانگن پيچرن تي درد پوروچوٽ لڪيرن جيان گڏوگڏ هلي ٿو. درد رومانس جي ڪک مان ڦٽي نڪري ٿو تڏهن ئي تخليق جو عمل انجام پذير ٿئي ٿو.

جذبن کي پنهنجي ڳاهجي ۽ پاڻ پيڙهجي
ائين درد ڪائنات جو ڪاٽو لڳائجي.

تون پنهنجي ميڙ پيو مايا
مان پنهنجو درد پئي جوڙيان.

درد تخليق جو استعارو، رات سان ڳنديل جيون يگ ۾ درد اڻ ڪوٺيو ئي مهمان بڻجي وجود ۾ ٽڪيو پيو آهي.

درد ڪئي آبياري دل تي،
ڏس ڪيڏو اسري ويا آهيون!

Let me not pray to be sheltered from dangers
But to be fearless in facing them.
Let me not being for the stilling at my pain, but
For the heart to conquer it.
(Tagore)

پريت جو غزل ان سموري سفر جو ساٿي جنهن ۾ دل عشق جي اڙانگين گهٽين سان گڏ سماج جا ڪيترائي ڏڱ لتاڙي ٿي. سندس غزل ۾ پڻ دل جي ڌرتي ڪان شروع ٿي، ديش جي مٽي تائين پهچڻ واري عاشقي جي وارتا ۾ ڪيترين ئي منزلون اهڙيون جتي پريت تخليق لاءِ دل جي روشني سان گڏ پنهنجي شعور ڪان پڻ راهنمائي وٺندي رهي ٿي.

دکي هر فرد سان رشتا
اسانجا درد سان رشتا

سچو ماحول ميرو، پر
زمين جي گرد سان رشتا.

بنهه ننڍي بحر جي غزل ۾ درد جي رشتي کي فرد جي فريم مان ڪڍندي ان کي زمين جي گرد سان ڳنڍي ان کي اهڙو توازن بخشي ڇڏي ٿي.
جنهن جي محوريت فرد، شاعر کي ماحول جي ميرائپ ڪان اوچو ڪري زمين جي گرد سان ڳنڍي ٿي ڇڏي.
درد جي استعاري کي ائين خوب استعمال ڪيو آهي، جتي درد بيچين ڪندڙ، ڦٽڪائيندڙ احساس بجاءِ هڪ توازن ۽ بيلينس جو احساس ڏياري ٿو.

پئي درد آ دکي ڪيو
اڄ درد کي دکائجي

اڪثرين ۾ سڀ جي ياد جي نيري ندي رکي آ،
سانديل ڪو درد دل ۾ ديوانگي رکي آ

درد سان ديوانگي ڪي ائين نيوٽرل ڪندڙ جو درد بيماري جي شڪل ورتل آهي ۽ نہ وري ديوانگي خرد جي جامي مان نڪتل پائنجي بس هڪ لطيف احساس تہ ياد جي فريم ۾درد ۽ ديوانگي ہئي في الوقت حالتِ سڪوت ۾... ...اندر ئي اندر جهرندڙ پر ياد سماري وجود کي ڏڍ ڏيئي ويل ٿا پاسن .

درد، رونشا تماشا ڏسندي ئي
مان ٻڪي پنهنجي ٻائري ۾ پڳس.

ٻائري جيڪا شاعري جو تمثيلي اظهار پر شاعره لاءِ چڻ تہ هڪ محفوظ پناهگاه جو تصور پيش ڪندڙ آهي .درد سدا اڻ ميو، اڻ ڪٽ تئي تو ان ڪري ان جي ماپ، ٻيگه ۽ ويڪر ماپڻ تہ پري پر جنهن درد جي بيان کي گهٽ ڪري سگهجي پريت وٹ ان جو بہ ڪو تصور موجود ناهي.

گهٽ دل تان هي بار ڪيئن ٿئي
درد ۾ اختصار ڪيئن ٿئي.

پر اها درد جي دل سان ويڙهاند جڳاندرن ڪان هلندي، جڏهن سندس ورثي ۾ اچي ٿي تہ اتي پريت پنهنجي دل جو پاسو ڪٽندي نظر اچي ٿي.

ڪٿي مات مجبي، وڏي ويڙه وڙهبي
اچان درد دل ڪان ڪٽيو ئي ڪٿي آ!

درد کي رخسانہ ديوانگي نہ پر آگهي جو ثمر سمجهي ورتايو آهي، جنهن کي ڏس تہ ڏڪارڻ بجاءِ هر وقت آجيان ڪرڻ لئہ منتظر ٿي نظر اچي.

کليو دل جو رکين ٿو در
تہ ايندئي درد ئي اڪثر

After a great pain
A formal feelings come
The nerves sit ceremonies
Like tomb. (Emmily Dikenson)

اتاه درد کانپوءِ
رواجي احساس اڀرن ٿا
۽ اعصاب چئہ تہ قبا..........

املي ڊڪنسن جو درد جي انتها واري هن گهري احساس جا اولڙا بہ پريت وٽ نظر اچن ٿا .پر ڊڪنسن جي ا بتڙ جتي درد فاتح ٿي وڃڻ کانپوءِ وجود جي مزار جي قبي جي سڪوت واري حالت کي هڪ تڪجي پيل احساس جيان ظاهر ڪري ٿو، رخسانہ وٽ اها ويڙه اڃان پنهنجي منطقي انجام تائين نہ پهتي آهي.

ڪٿي مات مجبي، وڏي ويڙه وڙهبي
اڃان درد دل کان ڪٽيو ئي ڪٽي آ!

رئندي گذري رات اسانجي
درد لڏي آ ذات اسانجي

فني سٽاءُ جي ڏَس ۾ اڇوتن الفاظن سان رديف جي نت نون تجربن ، رخسانہ جي غزل کي اڃان وڌيڪ حسناڪي بخشي آهي تقليد بجاءِ رخسانہ ڪيترائي اڻ ڇهيا

الفاظ رديف ۾ ڪتب آڻي هڪ طرح سان سنڌي غزل کي نواڻ ڏني پر هن رديف جي استعمال سان ڪنهن ماهر وانگي ستاءَ ۽ جرٽ ڏئي لفظن کي ائين بيهاريو آهي جو خيال سميت غزل جي نغمگي جي اثر کي نيچو ڪرڻ بجاءِ ان کي اجان وڌيڪ روماني بڻائي ڇڏيو آهي.

تنهنجي ئي آ تات ساري ساڻ هلندي.
عمر ڀر جي بيقراي ساڻ هلندي.

هڪڙو لمحو سونهن جي جلوه گري هئي
دور تائين تابڪاري، ساڻ هلندي.

تابڪاري، ڪو شاعراڻو لفظ آهي نہ وري ان لفظ سان ڪو روماني تصور ڳنڍيل آهي پر مٿين شعر ۾ جنهن پس منظر ۾ رخسانہ جنهن رديف سان ڪٽي ائي آهي، اتي اهو لفظ بہ نج پج رومانيت سان ڀرپور تاثر رکي ٿو.

اڄ نيڻن ۾ آ رهڳو پاڻي
ڏسبا منظر جڏهن سُڪو پاڻي.

يادون سانڍيون سپنا سانڍيا
اکڙين ۾ اوجاڳا سانڍيا.

پنهنجو پاڻ اندر ۾ پيڙيون،
خود ۾ ڇو هي گهاٽا سانڍيا؟

سوچ جي آوارگي وڌندي وئي.
تنهنڪري ئي شاعري وڌندي وئي.

پيار تي وڏنديو ويون جيئن بندشون،
تيئن اڳيان هوءَ سانوري وڏندي ويئي!

هن غزل ۾ خيال جي پختگي ۽ اندر جي اڌمن جو بيباڪ اظهار، خوبصورت رديف جي حسين امتزاج سان ائين فني ڪماليت جو نمونو پيش ڪندڙ جو ان کي بلاشبہ سنڌي جي چند بهترين غزلن جي شمار ۾ رکي سگهجي ٿو.

سراپا خاڪ ٿيڻو آ
مگر بي باڪ ٿيڻو آ

رفوگر اڳ پيا ڳولهيون
هي دامن چاڪ ٿيڻو آ

رلائن عشق جون تانگهون
ڪٿي ڪو تاڪ ٿيڻو آ!

پرين هئين پيار جي ڏيندين
هيئون هيراڪ ٿيڻو آ

سيئي گوندر گذرگاهون
مگر رولاڪ ٿيڻو آ

هتي بک درد تنهائيءَ
سندو ادراڪ ٿيڻو آ

اڪيون، نيڻ رڳو غزل ئي نہ پر شاعري جي هر صنف ۾ مرڪزي حيثيت رکندڙ، پر پريت، هن شعر ۾ "اکڙيون" جي رديف، غزل جي روايت کي برقرار رکندي انکي آگهي

جو اهڃاڻ قرار ڏيندي ان سان زمانا بدلائي سگهڻ جو پر اعتماد اعلان آهي، بلڪ هڪ چيلينج جهڙو لهجو اختيار ڪيل آهي تہ ہي پاسي انهن اکين جي نهار جي آزادگي کان اندر ۽ ٻاهر جي دنيا تبديل ڪندڙ سگهہ کان خوفزده زماني پاران ڊپ ۾ ويهاريل پيرن جي ڳالهہ چيڙيل آهي، هتي صرف شعر جي غزل گهڙڻ واري خوبصورتي ۽ ڏان ۽ جي ڳالهہ ناهي پر شعر جي اندر جو اهو اعتماد بہ هنن شعرن ۾ جهلڪي ٿو تہ اکيون موهينديون تہ آهن، پر اهي جي آزدگيون ماڻين تہ امڪانن جا دشت بہ ٽپيو وڃن

رکن سپ آگهيون اکڙيون!
چون ٿا چا ڪنديون اکڙيون!

پلي هٿ پير تون ڪڙجان
ڪڏهن توکان ڪڙيون اکڙيون!

اوجاڳا آگهي جو ادراڪ ٿين ٿا، ذات جي اندر هڪ گهري ٿبي جيان لهن ٿا، اها من جي تڙپ هجي ٿي، ساجاه جي سُرت هجي ٿي جيڪا شاعر کي سمهڻ نٿي ڏي، پريت جي انهن اوجاڳن واري جاڳ سان همڪلامي جهڙو اظهار مون اڄ تائين ڪٿي بہ نہ پڙهيو آهي .

لونءَ لونءَ چڻ تہ لتاڙين ٿا پيا
ذات اڪيلي ڏڻ اوجاڳا!

جاڳائي ڪڻ ڪڻ ڊاتو ٿئي،
هاڻ سمهان، مون اُڻ اوجاڳا

شعري معنويت سان پرپور اهڙو اظهار سنڌي شاعري ۾ ڪنهن شاعر ورلي استعمال ڪيو هوندو. لونءَ لونءَ ۾ ڪڻ ڪڻ معني جسم جو هڪ هڪ سيل لتاڙجي، ڊاهجي

۽ پوءِ ان جي ٻيهر اٽت ڪجي، ٺاهجي سنوارجي..........تخيل جي ان وهڪري ۽ بلندي جو ٻيو ڪو مثال مشڪل سان ملندو.

رخسانہ جي شاعري اڄ ڪِٿي پياس جيان جيترو پي، ڊوءُ نہ ٿئي، هتي بہ چوندِ مشڪل تہ ڪمڙي غزل کي فهرست ۾ متاهون رکجي، پر حقيقت اها آهي تہ سندس نسواني لهجي جي سگهہ، رومانس جي تخيل ۽ اڏمن جي اپتار ۾ سندس بر ميچڻ مشڪل آهي. رخسانہ کي ان حوالي سان ٽرينڊ سيٽر شاعره بہ چئي سگهجي ٿي تہ رخسانہ کان پهرين اهڙو بيباڪ عورتاڻو لهجو ۽ اظهار ائين شدت سان سنڌي ادب ۾ پنهنجي جاءِ والاري نہ سگهيو آهي. جو تہ مرد شاعرن وٽ حقيقي عورت بجاءِ تخيل جي اها عورت ڇانيل آهي جيڪا سندن فنتسي مان جنم ورتل آهي. مثلن

تنهنجون ڇاتيون ڪيڏيون آتيون پاڻ ڇُهائڻ لاءِ
منهنجون اڪڙيون ڇا تہ اُڀريون تن کي پائڻ لاءِ

تنهنجا عضوا ڪئين نہ لچن ٽا ڪتڪاڙين ڪارڻ
ڳولن ٽا پيا ڪنهن کي پاڪر، ڳل لڳائڻ لاءِ

اهو ممڪن آهي تہ مرد نقاد هن قسم جي عورتاڻي لهجي کي ايروٽڪ شاعري جي ذمري ۾ آڻي ان جي قبوليت لاءِ ڪا جاءِ پيدا بہ ڪري وجي پر شاعراڻي اظهار ۾ ان کي عورت جو حقيقي ترجمان نہ ٿو چئي سگهجي. ٻي پاسي عورت شاعرائن وٽ سماج جي اها سينسر ڪينچي وڏيڪ تکي ٿيل هئي جن سان اهي شاعرائون عورتاڻي اڏمن جي بيان، وصل جي راحتن جي بيان ۾ پهريدار سماج ۾ پاڻ ئي پنهنجا پر ڪترينديون رهيون آهن ۽ پنهنجي حوالي سان سماج جي طئي ڪيل راه سان بغاوت هلڪو ليڪو پوڻ بہ نہ ڏنو اٿن. جيئن پريت جون هي سِٽون

اکين جون لاليون ڪوئي تہ سمجهي
اهي رداليون ڪوئي تہ سمجهي

ڦٽي نہ ڦيريل، ڇڳون هي الجميل
اکيون هي آليون ڪوئي تہ سمجهي!

سمهي تہ پيئي مگر اڪيلي،
اِهي بہ ڳالهيون ڪوئي تہ سمجهي!

نہ وچ روح پنهنجو پريو ئي ڪٽي آ
اجان سج مٿان آ لڙيو ئي ڪٽي آ

نہ رڙه رات جلدي پره ترس ٿورو
اجان پيار دل تي ڪيو ئي ڪٽي آ

جديد سنڌي شاعريءَ ۾ تہ شايد اهي مثال ڳولهڻ مشڪل پر جي وري بہ شاه سائينءَ سان رجوع ڪجي تہ سر ساموندي ۽ سر مومل راڻي ۾ عورتاڻي جذبن جون اهي شدتون ۽ جدتون، جا بجا ملنديون .شاه جيان پريت بہ انتهائي مهارت سان عورت جي اهڙن سينشوئلسٽ اڏمن کي ڇٽيو آهي.

ڪينئن وجود وڏي ويندا آهن سارو،
هي جوين جا وار پرين کو چا چاڻي!؟

ايئن لڳي لونءَ لونءَ ۾ ڪنهن اگنيون اوتيون
ملندي ئي چپ چار پرين کو چا چاڻي!

لونءَ لونءَ ۾ اگنيون اوتڻ واري حدت ان کان اڳ نسواني لهجي ۾ ڪٿي بہ نظر نہ ٿي اچي.ان جي بيان سميت پريت ان جي سماجي حدبندين جي بہ پوري ڪٽ رکي ويني آهي ، جنهن ۾ سماج هڪ ماهر ڪاسائي جيان اڳ ئي ڪوس لاءِ تيار نظر اچي ٿو،

سوچ جي آوارگي جي حد چاتم،
۽ بدن تي بندشن کي مون ڏٺو هو!

مجبورين جا مقتل،
لچندا شباب هوندا!

تنهنجي پهلوءَ ۾ پو بہ پئي پڙڪيس،
چاهتن سان چتائون ساڻ رهيون!

چاهتن سان چتائن واري تمثيل وري بہ شاهہ جي يادگيري ڏياري ٿي تہ ،

مون کي چاڙهي چي، وڻجارو اوهري.

جتي شاه جدائيءَ کي نيري باه جي هلڪي فليم سان ڀيٽي ٿو اتي پريت بہ آڙاه ۾ جلي ويل ٻير جي ٻرندڙ ڪوئلن سان حياتي کي ڀيٽيو آهي.

هيءَ حياتي ڇڻ تہ ڇرڀيلي هلون ڀيا،
ڀير چالا، نيڻ چو الا پڇين ٿوا

پريت پنهنجي جنهن غزل مان هن سور ستن ۽ محبت ماڻ سان ڀرپور غزلن جي ڳتڪي جو عنوان چونڊيو آهي، اهو غزل سنڌي شاعريءَ ۾ نئين جماليات جي تخليق آهي. اهڙي جماليات جيڪا تخيل جي ان معراج تائين پڄائي ٿي جتي خيال جي تجريديت پگهرندي محسوس ٿئي ٿي. عشق جي سرشاريءَ سان ڀرپور هن غزل ۾ پريت اردو غزل جي ڪعبي ۽ صنم جي تمثيل جيان خماريل ڪفر جو ذڪر پراڻن شرابن جيان ڪيو آهي

محبت ۾ ڪونهن وفائن جا سجدا!
گناهن جي پو ڪان خدائن جا سجدا!

سچو هڪڙو سجدو ٻه اگهجي وڃي ٿو،
وڃن جاڙ ڪن جا ايامن جا سجدا!

هي اولهہ، هي اوير، ڏکڻ ۾ اتر ڇا،
دليون پنهنجون قعبا ۾ ساهن جا سجدا!

ڇڏي خلق رڙندي مڙيا مسجدن ڏي،
هي، منصف ڳڻيندي ملائن جا سجدا!؟

اوهان پل سراپا جهڪو سرزمن تي،
اسان جا پرين ڪي نگاهن جا سجدا!

غزل سان منصوب جرئت ۽ ڪفر جي بات اڄوڪي زماني ۾ متروڪ ٿي چڪي آهي پر پريت هن غزل ۾ ان روايت کي نہ رڳو نئون جنم ڏئي ٿي پر گڏوگڏ اهڙي برجستگي ۽ بيخوفيءَ واري اظهار کي بلنديءَ تائين ڪڻي وڃي ٿي. جتي احساس جي قوت اڏام دنيا جي حدبندي لتاڙيو وڃي . پرين کي نگاهن جي سجدن جهڙو رومانوي تصور جنهن خمار ۾ ويڙهيل آهي ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.ڪو بہ وڏو آرٽسٽ پنهنجي سماج جي لاهن چاڙهن هيٺ متاٿين، حادثن ۾ تضادن جي باري ۾ نہ رڳو حساس هوندو آهي پر سندس اردگرد جو ماحول جنهن جي مٽيءَ ۾ خوشبوءَ ۾ سندس آرٽ ڳوهجي، جڙي راس ٿئي ٿو ان سان وابستگيءَ جو سوال سدائين وٽس جيئرو رهي ٿو بيشڪ تہ ان وابستگيءَ کي نظرئي جي نوڙ سان ٻڌڻ جي ضرورت نہ هجي پر جيڪو آرٽ پنهنجي سماج کان ويڳاڻپ ۾ جنم وٺي ٿو ،اهو ڪتي بہ مرڪزيت نہ ٿو ماڻي، اعلي آرٽ جون پاڙون هميشہ پنهنجي سماج جي ڪک مان ڦٽي نڪرنديون آهن، جينئن سماج جو تحرڪ تخليقي سگهہ کي متحرڪ ڪري ٿو اينئن سماج اندر موجود سياسي سماجي نظرياتي تحريڪون ان جي

آبياري سان گڏ ان جي تخليقي سگهہ کي بہ پروان چاڙهن ٿيون. رومانوي مزاج رکڻ باوجود پريت جو غزل سماجيات کان ڪٽيل نہ ٿو لڳي. سماج ۾ جتي بک بيماري جا دوزخ جيئرا هجن اتي محبوب جي لمس ۽ چاه جي چمين سان گڏوگڏ گوندر ۾ گذاريندڙ خلق جي جهان اجارڻ لئہ بہ سندس قلم ڪڇي ٿو.

وڃي پل جلي آخري رت ڦڙو،
آ مقصد تہ جڳ ۾ اجالو ٿئي

رڙهڻ سان ٿي ڪا راه سجهندي آ
وقت پل پل ٿي اينئن ڇٽي نہ وڃي!

ڪنڊ هڪ بيو جهڪيل ڪڇي ويو آ،
خيال رکجو ڪوئي لٽي نہ وڃي!

بک ماڻهوءَ کي ڪاٿي پهچايو،
ڪنهن ڇڏي پونءِ، ڪنهن پڳوان ڇڏيا!

جتي مايا جي ماپ سان ماڻهپا ماپجن اتي پريت بي اختيار چوي ٿي

ماڻهو، ماڻهوءَ کي ماپي مايا سان،
ڪيئن هلي پيو زمانو هي اڄ جو؟

خيال جي خوبصورتي بہ پريل بيت سان مشروط ، اتي سندس اظهار

بيت ٿو خيال ۾ خلل آڻي،
ڪيئن حل ٿئي هي مسئلو پنهنجو؟

فن اورانگهي ويو سرحد کي،
بک تي پر فنکار اهو ئي!

جيڏانهن آه نظر پئي گوليون گماو ڌماڪا ها،
هاڻ لکي هن ديس جا نوحا، سانڍي رکنداسين!

دنيا جي ميڙ کي چڙي سچ ۽ سونهن جي پاسي ڌر تي بيهڻ جي سگهه به سماج ۾ هن وقت ناپيد ٿي ڏسجي پر پريت اتي هجوم جي تقليد بجاءِ پنهنجي ڪوتا سميت سچ جي اقليت سان بيٺل نظر اچي ٿي.

هاڪاريءَ جي هرڪو پوياڻ،
ڪو تہ بيهي انڪاريءَ سان گڏ!

دنيا قاتل سان بيٺي آ،
منهنجي ڪوتا ڪاريءَ سان گڏ!

امر سندو
10 آگست 2014

## نگاهن جا سجدا

منهنجو هي ڪوتا ڪتاب "نگاهن جا سجدا" جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ اوهان جي هٿن ۾ آهي. جڏهن بہ هي ادبي پورهيا ۽ محنتون سهيڙجي مجموعي جي صورت وٺي تخليقڪار جي هٿن تائين پهچنديون آهن تڏهن سچ پچ تہ تمام گهڻي سرهائي محسوس ٿيندي آهي، پر ان کان بہ وڌيڪ خوشي جو احساس ان وقت ٿيندو آهي جڏهن اهي ڪوتائون، اهي ڪاوشون جهنگ جهر سفر ڪري انهن ڏورانهن علائقن تائين پهچنديون آهن ۽ انهن ماروئڙن جي بصارتن مان گذرنديون آهن جن جي احساسن ۽ جذبن کي اسان تخليقڪار ئي زبان ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهيون، جنهن خوشي جي ڪٿ ئي نٿي ڪري سگهجي. پنهنجي ڪوتا ڪتاب تي لکندي، اندر اوريندي هڪ ننڍڙو واقعو ذهن تي تَري آيو آهي. سوچيان ٿي اوهان سان شيئر Share ڪندي هلان.

سال 2013 ۾ سنڌ جي انتهائي حَسين ۽ اوتري ئي محروم ۽ نظر انداز ڪيل علائقي ٿر ڏانهن پنهنجي سهيلين سان گڏ وڃڻ ٿيو هو جيئن هر انساني وجود اندر هڪ صحرا ضرور هجي ٿو تيئن ٿر وري مونکي سنڌ جي اندر جو صحرا محسوس ٿيندو آهي. توڙي ان وقت تہ ٿر سائو هو. ڪافي مرڪندڙ مُک بہ نظر آيا پئي پر پوءِ بہ ان سائي چادر اندر صدين جي اُڃ محسوس ڪري ورتي هئم. ڪارونجهر جي ڪپيل وجود ڪي پنهنجي هٿن سان ڇُهي ڏٺو هو جنهنکي نيڪيداري سسٽم ۾، ڳاڙهي پٿر جي حاصلات لاءِ وڍيو پئي ويو. ڪارونجهر جي وچ مان وهندڙ آبشار ايئن لڳو هو ڄڻ سندس ڳوڙها هجن. سنڌ جي هن مختلف ۽ منفرد پهاڙي سلسلي ڪارونجهر جي زخمي وجود سچ پچ تہ بي چين ڪري وڌو هو. اتي ئي ننگرپارڪر ۾ صبح جي نيرن ڪرڻ دؤران جنهن اخبار جي حصي ۾ ماني ويڙهجي آئي هئي ان ۾ منهنجون ڪجهہ تخليقون ڇپيل هيون. منهنجي هڪ پياري سهيلي اتي مُرڪندي چيو هو "پريت جي شاعري ڪارونجهر تائين بہ پهچي وئي آهي". سچ پچ تہ ان هڪ جملي ڪي پاڻ لئہ هڪ Complement پائيندو هئم. پوءِ ننگرپارڪر جي ئي گيسٽ هائوس ۾ صبح جي اُيرندڙ سج ۽ اڏول بيٺل ڪارونجهر سامهون، پنهنجي سهيلين جي اِسرار تي، اخبار ۾ ڇپيل اها شاعري ڪين پڙهي ٻڌائي هئي. رات جو محفل موسيقي ۾ صادق فقير (جيڪو منهنجي پسنديده فنڪارن ۾ شامل آهي)، ڪيترن ئي وڏن شاعرن اياز، استاد، فيض، فراز ۽ ناصر ڪاظمي جي شاعري ٻڌائڻ کانپوءِ جڏهن اوچتو منهنجو غزل "چپ سُرخي سان جو ڊِڪيل آهن، درد تِن ۾ بہ ڪجهہ لِڪل آهن"، شروع ڪيو هو، جنهن جي ڪمپوز ٿيڻ جي خود مونکي بہ خبر نہ هئي، تہ مونکي ڪجهہ حيرانگيءَ سان گڏ دل ۾ هڪ خوشيءَ جو احساس بہ اُڀريو هو. ڏَن بہ لاجواب هئي. ٿر سان تعلق رکندڙ هن لاجواب فنڪار صادق فقير جو، پنهنجي ئي ليکي شاعري جي چونڊ ڪري ڪمپوز ڪرڻ ۽ ان رات اسان جي سامهون ۽ ٿر واسين اڳيان بہ ڪمپوز ڪندو رهڻ مون پنهنجي ادبي پورهئي جي ڪاميابي سمجهي هئي. سنڌي ادب ۾ پنهنجي ننڍڙي

Contributionسان شاعره طور سچاٽپ هجڻ ڪي بہ مان پنهنجي لاءِ خوشنصيبي سمجهان ٿي.

عورت هجڻ ناتي توڙي گهر ۾ تہ بهتر ماحول مليو پر سماجي طرح اٿڻ ويهڻ ۽ پنهنجون ذميواريون نڀائڻ ۾ انتهائي سوڙهائپ محسوس ٿي. مشاهداتي اک رکڻ باوجود ڪائنات جي ڪيترن ئي منظرن جو سڌو سنئون مشاهدو نہ ماڻي سگهي آهيان. جنهن لئہ عورتن لاءِ قائم ٿيل ۽ گهٽيل پاڳي نظر نہ ايندڙ مخصوص حد بنديون ذميوار آهن. زندگي دائرن ۾ گذاريندي جيڪي انساني وجود منهنجي مشاهدي ۾ آيا انهن سان هم ڪلام ٿيندي رهي آهيان. سندن اندر ۾ ليئو پائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي آهي ۽ سندن خالي توڙي پربل اکين کي پڙهندي بہ رهي آهيان. انهن تحريرن جا عڪس منهنجي تخليقن ۾ پَسي سگهجن ٿا.

طبقاتي طرح لوئر مڊل ڪلاس سان تعلق هجڻ ڪري ڪافي دفعا معاشي Frustration جو بہ شڪار رهي آهيان. ڪيترائي ڪتاب چاهيندي بہ ان وقت نہ پڙهي سگهي هئس ڇاڪاڻ تہ اهي منهنجي قوتِ خريد کان وڌيڪ مهانگا هئا. هتي اهو بہ اعتراف ڪندي هلان تہ جي ذات ديويءَ جو ڪَرم، مون جهڙي سوين تضادن جو شڪار، ڪيئي زخمي احساس پنهنجي اندر ۾ سانديندڙ ڇوڪريءَ تي نہ ٿئي ها تہ آئون سچ پچ تہ ڪيترن ئي نفسياتي مونجهارن کان بچي نہ سگهان ها.

شاعري منهنجو شوق نہ منهنجي پناهہ آهي. هن، نہ ڄاڻ ڪيترائي ڀيرا مون کي ذهني گهُٽ ۽ ٻوسٽ واري عجيب صورتحال ۾ Ventilate پئي ڪيو آهي. هن ڪيترن ئي احساساتي بحرانن ۽ زندگي ۽ موت جو مسئلو بڻجي ويل Emotional Upsets مان ٻاهر ڪڍيو آهي، پنهنجي هنج ۾ شمهاريو آهي. جتي ڪيترن ئي اوجاڳن کي آرام مليو آهي ۽ ايئن آءُ وري نَوَن حوصلن ۽ نئين همٿن سان زندگي ۾ داخل ٿي سگهي آهيان. شاعري خبر ناهي ڪيترين Emotional Traumas تي پنهنجي شفقت جو هٿ رکي Heal پئي ڪيو آهي. شاعري نہ صرف ڪيترين ئي بي قرارين ۽ بي چينين جو Catharsis بڻي آهي پر ڌرتتي وانگر ساڙيندڙ زندگيءَ ۾ ڇانورا آڇي ، ساهي پٽڻ جا موقعا بہ ڏيندي رهي آهي.

ڪيترائي ڀيرا مونکان اهو بہ سوال ڪيو ويو آهي تہ ڊاڪٽري ۽ شاعري جو سفر پورو‌چوٽ ڪيئن طئي ڪيو آهي؟ ان سوال جو جواب بہ هيءَ ئي آهي تہ منهنجي تخليقي سگهہ ۽ شڪتيءَ ئي مون کي پنهنجو مسيحائيءَ وارو سفر ڪاميابي سان طئي ڪرايو آهي. هن شعبي ۾ رهندي مون زندگيءَ، ڏک، درد ۽ موت جهڙين اڪيلاين ۽ لاوارثين کي ويجهي کان ڏٺو آهي. مون ڊاڪٽر طور اسپتال ۾ ڪم ڪندي لک ٻتي ماڻهو کي رت اوڳاڇي اوڳاڇي اڪيلو مرندي ڏٺو. ناسُور بڻجي ويل گهاوَن کي پرڻ لاءِ دوائن سان گڏ محبتن ۽ پنهنجائپ جو احساس بہ درڪار هجي ٿو جيڪو هنن کان ڪوهين ڏُور بيٺل هيو. مون ڏک ۾ فقيرياڻي بڻجي ويل عورت ۽ وقت جي نامهربانين سان ڏاڙيل بڻيل هڪ شخص جا لاش ڪئي هفتا اسپتال جي سردخاني ۾ ڏٺا جيڪي بعد ۾ ڊاڪٽري هٿن ۾

اوزارن سان وڌيڪ ڪُتجي ويا. انهن جي ڪنهن به وارثي نه ڪئي. هن قِسم جي واقعن منهنجي ذهن تي گهرا اثر ڇڏيا ۽ منهنجي تخليقي ذهن کي جهنجهوڙيو. عشق ۽ درد منهنجي تخليقي عمل جا بنيادي محرڪ آهن. عشق ۽ درد جن جا سمنڊ جيان ٻيا ڪِنارا آهن ئي ڪونه، جيڪي ڪائناتن تي ڦهليل آهن، عشق جيڪو ڳنڍڻ جو عمل آهي، جيڪو تڪميل جو پنڌ آهي ان جا سيئي رستا درد مان گذرن ٿا.عشق جوڙيندو آهي هتي تفريق جائز ناهي، عشق تقسيم نٿو چاهي. هيءُ وحدت آهي، ڪيترن ئي جزن کي ڳنڍي ڪُل جي حيثيت ڏئي ٿو. هيءُ اوچ نيچ ۽ هر قِسم جي مت ڀيد کان مٿاهون جذبو آهي ۽ هن ۾ اعليٰ پٽي جو هر جوهر سمايل آهي.

جڏهن انسان پاڻ مان "مان" کي ڪيڏي ڦِٽي ڪري ٿو تڏهن عشق "مي رقسم" واري خاصيت اپنائي ٿو. جڏهن باطل قوتن کي للڪاري ٿو تڏهن شاه عنايت بڻجي موت قبولي ٿو. جڏهن وقت جي حاڪمن جي فرمانن کان منڪري واري ٿو تڏهن سقراط ۽ شهيد بشير خان جيان وهه اوتي ماريو وڃي ٿو. هيءَ سڀ عاشقين جا اهي روپ ۽ رنگ آهن جيڪي تاريخ ۾ امر بڻجي وڃڻ سان گڏوگڏ تخليقي عمل جو محرڪ به بڻجي وڃن ٿا. تخليقڪار ۽ تخليقون پڙهندڙ ٻنهي جا ذهن هميشه بي چين هوندا آهن. تخليقڪار پنهنجي تخليقن ۾ نجات جي رستن ڳولڻ جي جستجو ڪندي نظر ايندو آهي ۽ پڙهندڙ انهن تخليقن مان رهنمائي ۽ ماڳن ڏانهن ويندڙ رستن جا نشان ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. سوچ، لوچ ۽ سمجهه کان دور بيٺل ذهن هميشه پُرسڪون نظر ايندا آهن اها خوشحالي نه پر ذهني ڏيواليپڻي جي نشاني آهي.

منهنجي ذات جتي مونکي درد جي ڪيترن ئي روپن کي سمجهڻ جو ادراڪ بخشيو آهي اتي ٻُڪ جهڙي هاڻءُ جهوريندڙ حقيقت جي آگهي پڻ ڏني آهي. مون لکندي ئي محسوس ڪيو آهي ته اڪين مان وهندڙ لڙڪن جي ڳاٽيتي سان درد کي نٿو ڪَٽي سگهجي.

ٻُڪ انساني سماج جي هڪ اهڙي ڪڙي حقيقت آهي جنهن کي هميشه دعائن جي صحرا ۾ ڦِٽي ڪيو ويو آهي نتيجي ۾ ڏاولن هميشه ٻُکين تي راڄ ڪيو آهي. اهڙن ناحقن کي تخليقڪار ئي وائکو ڪندا رهيا آهن. ههڙين حالتن ۾ شاعري هنن پنڪيل احساسن جي ڇيچ جهڙي ڪين طاقت ۽ حوصلو ڏئي جدوجهد جي پنڌ تي آڻي بيهاري ٿي ۽ اهو به ٻڌائي ٿي ته جدوجهد ۾ ئي حاصلات آهي. ڪيترائي ڪتاب پڙهي مون محسوس ڪيو آهي ته تخليقي ادب ۾ اها طاقت آهي، اها سگهه آهي جنهن سان ماڻهن جا گس ئي نه پر طرف به تبديل ڪري سگهجن ٿا.

ڪاري موري حيدرآباد ۾ هڪ ڪمري واري گهر ۾ منهنجو جنم ٿيو هو ۽ جنهن پنهنجي گهر ۾ مون پنهنجو تخليقي سفر شروع ڪيو هو ان وچ ۾ ست اَٺ مسواڙي گهر تبديل ٿي چڪا هئا جنهنجي نتيجي ۾ دربدريءَ جو شديد احساس منهنجي وجود ۾ ٻالڪپڻي واري زماني کان ئي شامل ٿي ويو هو. ذهن ۽ سوچن ۾ اضطراب ۽ بي چيني پنهنجي چوگرد انتها تي پهتل Unevenness ۽ جنسي مت ڀيد Gender

Discrimination جا وجود کي لوڏي ڇڏيندڙ واقعن ڪري پيدا ٿي هئي. بي چين روح رکندي شيخ اياز جي شاعري ۽ ڪابي ڏر جو رُوسي ادب پڙهندي منهنجي اندر ۾ هڪ سنگهرام مچي ويو هو جيڪو اڃان تائين جاري آهي. تخليق جي سفر ۾ منهنجو قلم ۽ عملي جدوجهد ۾ منهنجا پير وس ۽ وت آهر هلن پيا، ضمير جو آواز ڪنائن پيا.

ذات ديويءَ جا بہ پنهنجا موڊ ۽ مزاج رهيا آهن. ڪڏهن تہ آبشار بڻجي ڪيترن ئي صفحن جي اُڃ اُجهايو ڇڏي تہ ڪڏهن رُڃن ۾ واڪا ڪندي رهجي وڃجي، هڪ اکر بہ اُڃ اُجهائڻ لاءِ نہ ملي. ڪيترائي دفعا همڙين ڪيفيتن مان بہ گذري آهيان پر ڪجهہ سمي ڪانپوءِ وري تخليق جي ديوي گهٽائن جو گهونگهٽ ويڙهي اُڃايل وجود کي سيراب ڪرڻ لاءِ اچيو پهچي ۽ پوءِ ڪيترين ئي سوچون، خيال، احساس، دل لڳي، درد، وشواس، ويساهہ گهاتيون، مُرڪون ۽ لڙڪ اندلثي رنگن وانگر تخليقن ۾ نکري نروار ٿين.

سرڪاري اسڪولن ۾ تعليم دؤران "اسان کي تون سائين سدائين خدايا، ڪرم سان اُپائين نپيائين خدايا" ۽ "اچوڙي پينر راند رچايون، نندڙي گُڏڙيءَ کي پرڻايون" جهڙي شاعري پڙهندي اڄ پنهنجي سنڌ واسين کي غزل جي صورت ۾ محبتن جي شاعري، بغاوتن جي شاعري آڇي رهي آهيان. آءُ هڪ عورت آهيان ۽ هن ڪتاب جي سموري شاعري هڪ عورت جي قلم مان سرجيل آهي. جنهن ڌرتي تي عورت پنهنجي مرضيءَ سان، ساهہ ڪڻندي بہ ڪئي دفعا ڇرڪندي هجي، جتي الزامن ۽ تهمتن جا ڪارا ڪکر بارهو ئي هن جي وجود جي آسمان تي ڇانيل هجن اها محبتن جا جذبا پنهنجي من ۾ ڪيئن ٿي سانڍي سگهي؟ نينهن جا اهي سمورا نعرا جيڪي لڳڻ کان اڳ سندس نڙي ۾ گهُٽجي ويا، انهن نعرن جو آواز پنهنجي تخليقن ۾ سمائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. اهي سموريون نينگريون جيڪي محبتن جي ڏوهہ ۾ ڪاريون ٿي ڪُسجي ويون انهن جي آخري دانهن بہ منهنجي شاعريءَ جي سِٽن ۾ محفوظ آهي.

عشق جون دنيائون، بغاوتن جون دنيائون آهن. اهي سموريون بي حسيون ۽ مجرماڻيون خاموشيون عشق جي جهان مان جلاوطن ڪيل آهن.

لکڻ وارا هٿ بنهہ تورا ۽ عذابن جا تمام گهڻا ۽ ڊگها داستان آهن. دانهن جا پڙاڏا ڪنهن هڪ ڏِسا کان نہ پر چوڏسائن کان سماعتن ۾ محسوس ٿين ٿا. جن تي ضمير جون اکيون پوري نہ ٿيون سگهجن. هي سڀ ڪجهہ اسان جي سامهون ۽ آسپاس ٿئي ٿو، جنهن تي سوين هزارين بي حِس بڻجي ويل ذهن پلي سجاڳ نہ ٿيندا هجن پر تخليقڪارن جي قلم ۾ جنبشون ضرور اچن ٿيون.

منهنجي سموري شاعري پيار جو پورهيو ۽ سفر آهي، جيڪو وِک وِک ڪٽي طئي ڪيو آهي. نہ ڪڏهن تکڙي شهرت جي ضرورت محسوس ڪئي اٿم نہ ئي ڪٿي ڪو Shortcut ورتو آهي. هميشہ پنهنجو پاڻ تي ۽ پنهنجي قلم تي اعتماد ڪيو آهي. پنهنجي تخليقي ڪم سان هميشہ Commitment ۽ وابستگي رهي آهي. شاعراڻي ماحول نہ ملڻ جي هميشہ شڪايت رهي آ. پنهنجو گهر تہ آهي پر پنهنجي ان گهر ۾ "منهنجو ڪمرو" نالي ڪا بہ جاءِ ناهي. ان ڪري Compose ٿي نہ لکي سگهي آهيان.

بس ڪڏهن ڪتي ڪا شيءَ لکي ڪڏهن ڪتي. اها ئي صورتحال رهي آهي. هاڻي هڪ ادبي ڪُنڊ ضرور نصيب ٿي آ، جيڪا مون کي هڪ پوري ڪائنات لڳندي آهي، اتي جڏهن ويهندي آهيان تہ پاڻ ۾ زندهہ هجڻ جون سڀئي نشانيون نظر ايندڙيون آهن. ادبي ڪتاب، ڊائريون، رجسٽر، رسالا، اخبارون سڀ منهنجي ويجهو پيل هونديون آهن. هن ڪُنڊ ۾ ويهندي جڏهن قلم کڻندي آهيان تہ پَل اندر منهنجا خيال خبر ناهي ڪيترو، 180 ڊگريءَ جو سڌو ۽ 90 ڊگري تي عمودي سفر ڪري منهنجي شاعري لاءِ ڪيترو ئي Raw Material کڻي ايندا آهن. جيڪو پوءِ مختلف صورتون وٺي تخليقن ۾ شامل هوندو آهي. هن ڪائنات جيڏي ڪارنر ۾ منهنجي هر جذبي جو اظهار ٿيندو رهي ٿو، ڪڏهن مرڪن ۽ ڪڏهن لڙڪن ۾، ڪڏهن لکڻ ڪڏهن پڙهڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ايئن ئي چُپ چاپ خاموشين سان گفتگو ڪري بہ هانءُ هلڪو پائيندي آهيان. اڪثر لکڻ واري ٽيبل تي خيالن ۾ گم ڏسي منهنجي ننڍڙي پُٽ "ڪبير" مَهٽو ڏيندي چيو هو "امان مون کي لڳندو آهي تون پنهنجي Poetry سان اسان کان وڌيڪ Love ڪندي آهين"! مون جواب ۾ مُرڪي ڏنو هو ۽ کيس ڀاڪر پائيندي چيو هو "منهنجي عشق ۾ ڪوتائون، ڪبير ۽ اهي سڀ شامل آهن جيڪي مون سان پيار ڪن ٿا".

هِن منهنجي سموري ادبي سفر ۾ منهنجون سَهيليون، گهر جا ڀاتي جن ۾ پنهنجي ڀاءُ عبدالرحمن چنڙ جو نالو خاص طور تي وٺڻ چاهينديس، ادبي ساٿي، پيار ڪرڻ وارا ۽ مداح شامل آهن.

آءُ ٿورائتي آهيان امر سنڌو، عطيہ دائود، اياز گُل ۽ محترم امداد حُسيني صاحب جي جن منهنجي هن ڪتاب تي مهاڳ ۽ پنهنجا قيمتي رايا لکيا. ڪتاب جي پبلشر ممتاز بخاري جو پڻ ٿورو مڃڻ نہ وساريندس جنهن خوبصورتي سان ڪتاب پبلش ڪري اوهان جي هٿن تائين آندو.

ڪتاب جو خوبصورت ٽائيٽل ناهڻ تي ناميارِي مُصور ۽ شاعر فتاح دائود پوٽي جا پڻ ٿورا مڃيان ٿي.

رخسانہ "پريت"

حيدرآباد

## نسيائي شعور رکندڙ شاعره رخسانہ پريت

فنون لطيفہ سان تعلق رکندڙ مڙني شعبن جي پيٽ ۾، عورت تخليقڪار شاعريءَ جي ميدان ۾، خاص ڪري غزل جي صنف لکندي وڏيڪ مخالفت سٺي آهي، ڇاڪاڻ تہ مڙهيل روايت موجب مرد عاشق ۽ عورت معشوق هجي ٿي .صوفي شاعرن جن خود عورت بڻجي لکيو انهن کي قبوليت ملي . شاعرن عورت کي آبجيڪٽ بڻائي پيش ڪيو تہ اهو پڻ قابل قبول هو، پر جڏهن عورت خود پنهنجي جذبن جو اظهار بي باڪيءَ سان ڪيو تہ نقاد ۽ ادبي تاريخ جا مورخ وضاحت واري انداز ۾ چوندا رهيا تہ مرڪان شيخڻ ۽ جادل جتڻي.انهن اها شاعري پنهنجي مرشد يا مڙس جي عشق ۾ ڪئي . عشق جي ڇتي اظهار ڪرڻ جي انهيءَ روايتي بند کي ورهاڱي کان ا ڳ شاعره مونس هالائي ۽ ورهاڱي کان پوءِ نور شاهين غزل ذريعي ٽوڙيو آهي .رخسانہ پريت جنهن دور ۾ غزل لکڻ شروع ڪيو تہ اهڙا دائره ٽٽي چڪا هئا ،پر پوءِ بہ ڪن جي حصي ۾ هم عصرشاعرن /نقادن جا تعصباڻا رويا آيا . ادب جي تور تڪ ۽ ڇتاپيتيءَ واري هٽ ٺوڪئي ڪلاس روم ۾ پلي ڪيس پهريون ، ٻيون ،ٽيون يا چوٿون نمبر جو ٺپو هڻن پر هوءَانهيءَميدان ۾ تخليق جو جهنڊو کوڙي چڪي آهي ۽ هوءَ اهڙي ڪنهن ٺپي جي محتاج بہ نہ آهي.

پريت وٽ ڏانءُ، ذات، درد ۽ نسيائي شعور ڀرپور ملي ٿو. هي نسيائي شعور ئي تہ آهي جو محبت ۾ محبوب جي قدمن تي ليٽڙيون پائڻ جي تمنا بدران برابريءَ جي طلبگار آهي.

سارا ڇو اوتيا ٿئي مون ۾،
تون بہ پرين ڪجھ ڪڻ اوجاڳا.

پريت رومانس جي شاعره آهي، پر هوءَ اهڙي پيار کي رد ڪري ٿي ،جيڪو سندس انا ۽ ايگو کي ڇيهو رسائي.

پريت جي شاعري ۾ عورت انسان آهي جنهن جون سڀ خصلتون جبلتون انسان وانگر ئي آهن.

پيار ۾ هو مدهوش سراپا ڏسجي پيو
پنهنجا پڻ ڪجھ پير ٿڙيا جي ڇا ٿي پيو

پريت سماج ۾ عورت سان مت ڀيد واري سلوڪ ۽ ان جي درد کي غزل جهڙي نازڪ صنف ۾ ڀرپور طرح اوتيو آهي.

مس سورهن سالن جي هوندي،
پر صدين جو لوڙي وئي آ
هوءَ هڪ بئي غزل ۾ ڇئي ٿي،
جنهن مٿان تاج محل هو اڏٿو،
سا تہ جيئري دِهي وئي آهي

پريت جي شاعريءَ جي جيڪڏهن ايمانداريءَ سان ڪٿ ڪئي وڃي تہ هوءَ پاڪستان جي صف اول جي قديم طوڙي جديد غزل گو شاعرن ۾ مظبوطيءَ سان بيٺل نظر ايندي . اڄ نہ تہ صبحاڻي ادب جي تاريخ سندس سلامي ڏيندي.

عطيہ دائود

ڪراچي

## پنهنجي نالي جو پيار شاعري ۾ اوتيندڙ شاعره

رخسانہ پريت، سنڌيءَ جي انهن ٻن چئن شاعرائن مان آهي جن جي شاعريءَ سدائين مونکي موهيو/ متاثر Inspire ڪيو آهي. اسان جو روايتي سنڌي سماجُ، جنهنجو ايڪيهين صدي بہ ڪجھہ بگاڙي ناهي سگهي ۽ جيڪو اَڄ بہ عورت کي برابريءَ جو درجو ڏيڻ جو سوچي ئي، باھہ جيئن پڙڪي ٿو ٻوي يا شَڪي شَڪي ٿو ٿئي، اهڙي سماجَ ۾ رخسانہ پريت جهڙي شاعره جو، اهڙي بولڊ نموني پنهنجي احساسن کي اظهار ڪرڻ ڪنهن معجزي کان گهٽ ڪونهي.

ايئن بہ ٿيندو رهيو آهي تہ، ڪيترن شاعرائن لکڻ شروع ڪيو، سُٺو لکيو ۽ پوءِ ڪنهن نہ ڪنهن رنڊَڪَ سبب، لکڻ ڇڏي ڏنو. رخسانہ پريت پنهنجي تَخليقي سفر جي شروعات کان اڄ تائين نہ رُڪو لڳاتار لکندي رهي آهي، پر فني ۽ فڪري حوالي سان سندس هر وِکَ اڳتي ئي رهي آهي. پنهنجي هڪ الڳ تلڳ ۽ سگهاري سُڃاڻپ سان، رُخسانہ پريت هاڻي پاڻُ ئي پنهنجو نالو آهي.

غزل هجي، وائي يا ٻيون صنفون، اَهم ڳالھہ اُها ٿي ٿئي، تہ انهن صنفن رستي شاعر پنهنجي دِل جي ڳالھہ، ٻين جي دل جي ڳالھہ ٻڌائي سَگهيو آهي يا نہ، ۽ هُنَ جا لَفظ عام جي دَردَن جو درمانُ ٿي سگهيا آهن يا نہ؟ ـــ ڏِسبو تہ رخسانہ پريت، پنهنجي نالي جو سمورو پيارُ ڪمال ڪاريگريءَ سان، پنهنجي شاعريءَ ۾ سمائي وئي آهي ـــ هُو منهنجي سُٺي دوست آهي ۽ تمام سُٺي شاعره بہ ۽ سچي ڳالھہ اها آهي تہ پنهنجي پوئين سُڃاڻپ ڪري رُخسانہ پريت مونکي وڌيڪَ عزيز آهي.

اياز گل

20 مئي 2014

محبت ۾ ڪونهن وفائن جا سجدا!
گناهن جي پوَ ڪان خدائن جا سجدا!

سچو هڪڙو سجدو ٻہ اگهجي وجي تو
وجن جاڙ ڪن جا، ايامن جا سجدا

سَهڻ اَهنج پيي هڪ عبادت وڏي آ،
هي سورن جا سجدا عذابن جا سجدا!

هي اولهہ، هي اوير، ڏکڻ ۾ اتر جا
دليون پنهنجون ڪعبا ۾ ساهن جا سجدا.

چڏي خلق رڙندي، مُڙيا مسجدن ڏي،
هي، منصف ڳٽيندي ملائن جا سجدا؟

ڪنين ڪي مليو رهگذر ئي ڪندن جو،
۾ پيرن ۾ ڪنهن جي گلابن جا سجدا.

اوهان پل سراپا جهُڪو سر زمين تي،
اسان جا پرين ڪي نگاهن جا سجدا!



هو من ۾ موهه وانگي هو!
پرين پاٻوهه وانگي هو.

هون هن سان محفلون برپا!
هو هڪ انبوهه وانگي هو!

مان چڻ ڪا ڪاغذي ٻيڙي،
هو ڇولين ڇوهه وانگي هو.

ڪڏهن هو ڄر جيان ڄاتم،
ڪڏهن هو پوهه وانگي هو.

گهٽا ئي بار ها هن تي،
نه لچڪيو لوهه وانگي هو.

هُون جن جون نيتون کوٽيون،
عمل پيي ٻوهه وانگي هو.

پرين آڏو ڏسي، ٻئي ڏانهن،
ڏسڻ پيي ڏوهه وانگي هو!



دکي هر فرد سان رشتا،
اسان جا درد سان رشتا!

وڇوڙي جڻ چڏيا جوڙي،
ها موسم زرد سان رشتا!

وري سڀ ياد پئجي ويا
سياري سرد، سان رشتا

سڄو ماحول ميرو، پر
زمين جي گرد سان رشتا!

پڇو هر ڪنهن پَئي، ڪهڙا؟
انهيءَ همدرد سان رشتا

نڀاهيا "پريت" ڪيئن آخر
پرينءَ! بي درد سان رشتا!



ڪونہ تي تو بنا سري جانان!
تي نہ مون کان تون پَل پري، جانان!

منهنجي پر ۾ تون ڪڻ ڏکي ساهي،
توکي ڏسڻو آ دل پري جانان!

تنهنجي آوارگين جون سڀ ڳالهيون،
مون سان هر ڪو تو، چو ڪري جانان!

ڪو پلي آچي ڪائنات سڄي،
دل تي تو ڪي ٿي هيءَ گهري جانان!

هي جدايون جو تئي طويل ڏنيون
ڇا مليو توکي، ايئن ڪري جانان!

ڪئي دفعا مونکي ڇڻ تہ جياريو آ
تُنهن جي هڪڙي ئي آسري جانان!

منهنجي هٿ ۾ جي هيءُ هجي، ڪاتي
تنهن جي پهلوءَ مان ٿيان پري جانان!

جيئن ڳنڍيي تو سان دل اسان جي آ،
پيار ڪو ڪو تو ايئن ڪري جانان!



اُجيارا ائين ڄڻ تہ تر ۾ هئاسين،
ڏسڻ ۾ تہ بادل جي پر ۾ هئاسين.

ڪنئيا پير پنهنجا سدا نفرتن تئي،
اسان نينهن جي ڪٽ نظر ۾ هئاسين!

ڏسيو ماڻهو ڪهڙا جنين ماڳ ماڻيو،
اسان پي تہ صديون سفر ۾ هئاسين!

سراپا هُو ماڻهو پٿر جو نهيل هو
اسان ڏڙڪندا تنهن پٿر ۾ هئاسين!

دنيا ڪان ئي ڪٿجي الڳ راهہ ورتي،
مگر پوءِ بہ هر ڪنهن خبر ۾ هئاسين.

هُيون چار ديوارون ڇت پي، الائجي؟
هيو قيد ڪوئي، يا گهر ۾ هئاسين.



عشق وارن کي ملن تا کيترا رستا نوان.
کيتريون سوچون نيون ۽ کيترا نقطا نوان.

زندگيءَ سوڙهو ڪيو هو سوچ ۽ هر ساهه کي،
پو بہ ڏسنداسين جيئڻ جا پيا اسين سپنا نوان.

موهه جي شکتي سان ڏاهي ڏوهه کي وجهبو هتي،
تي پون پيدا اگر من جي اندر جذبا نوان.

حوصلا هُن جا حوالا تي ٻريا تاريخ ۾،
هُو سدا سهندو رهيو تاريخ جا هاڃا نوان.

پيڙهه پنهن جي پيار پائي درد پيو دل کي ڏکائي
۽ وري ڪو روح تي چاهي پيو قبضا نوان!!

ياد آ، يا چڻ ڪوئي طوفان آ من ۾ اٿيو،
چنڊ اوجاڳن جا هن آڇيا وري تحفا نوان!

پيا پڇن ڪيئن تا ڪريو هيءَ شاعري تن کي چئو
نينهن لکرائيندو آهي روز هي نغما نوان.

❋[1]

[1] "نارائڻ شيام جي هڪ غزل جي زمين ۾ لکيل غزل"

سارو سُک چين ڦٽائي عشق!
تو گيڙوءَ ويس ڍڪائي عشق!

ڪي جاڳيل تو مدهوش ڪري،
ڪي سُتا تو جاڳائي عشق!

هي رڳ رڳ ۾ تو روڳ رَلي
من گوندر ساڻ گڏائي عشق!

تو نيڻن مان نروار ٿئي،
۽ ڳوڙهن مان ڳالهائي عشق!

ڪا ڳوڙهي ڳنڍ ٻڌي وچ ۾،
تو ڪُل سان جُز ملائي عشق!

تو چانڊوڪين ۾ ڇُهڪ وجهي،
۽ سارا سمنڊ ڇُلائي عشق!

تو خاڪ منجهان شعلا ٻڻجي،
ڪٿ اگنيون پاڻ اُجهائي عشق!

ڪو هِن مان مُڪت ٿيڻ چاهي،
ڪو سارو پنڌ پڇائي عشق!

تنهن دل جو ڪوئي درد پسي،
جنهن دل ۾ ديرو لائي عشق!



سمنڊ جيڏي، مان دل لڳيءَ ۾ پڳس!
چڻ تہ اونڌهہ مان روشنيءَ ۾ پڳس!

هر شناسا جڏهن اڪيون ٻوٽيون،
مان وري دنيا اوپريءَ ۾ پڳس!

درد، رونشا، تماشا ڏسندي ئي،
مان ڍڪي پنهنجي ڊائريءَ ۾ پڳس!

سچ تہ ”حاسد“ جي شاعري پڙهندي،
ائين لڳو چڻ سندس گليءَ ۾ پڳس.

پئي ڏنئين موڙانهن، جو ڏنئين ٻئي ڏانهن،
چڻ تہ بارش مان ڌرتتيءَ ۾ پڳس!!

ائين جو سامهون سچڻ ڏسي، سچ پچ،
خودڪشي ڪس تان زندگيءَ ۾ پڳس.

[2]

[2] ”حاسد : خوبصورت غزل لکندڙ شاعر ارجن حاسد“

اکڙين ۾ سڀ جي ياد جي نيري ندي رکي آ!
سانديل کو درد دل ۾ ديوانگي رکي آ!

رولاڪ خيال پنهنجا، پنڌ پير کن جدا پيا
کنهن روح پنهنجي ۾ هيءَ آوارگي رکي آ؟!

محبت جو هر لمحو جڻ سانديو آ ساهه ۾ مون
محبت جي هر لمحي ۾ جڻ زندگي رکي آ!

پئي سور سڀ سٺايان سرتيءَ جان جڻ تہ ياڻيان
هيءَ منهنجي ير ۾ منهنجي جا ڏائري رکي آ!

هر مک تي پيڙا پڌري، هر اک ٻري پئي آ،
وک وک تي، احتجاج، رڙ، ناراضگي رکي آ!

محبت جو جام ڇلکيو، مايا بہ ڄار اڇليو،
ويو ڏن تي کو وڪامي، کنهن دل لڳي رکي آ!

بادل لڪايو اڀ مان سارنگ نہ ڳولجان تون.
تو لئہ سنيالي سانول هڪ سانوڻي رکي آ!

ٻوٽيان تہ تون ئي تون آن کوليان اکيون تہ سامهون،
هڪ عکس من ۾، سامهون ٻي آرسي رکي آ!



سانوڻ آيو سارون آيون.
ڪيڏيون ياد ميارون آيون.

پهرين سار اڪيلي آئي،
روڪيسين تہ، قطارون آيون.

الزامن ۾ جاتي ڪاتي،
آهن هيءَ اُڌارون آيون !

دل يي ٽوڙن، هٿ يي جوڙن،
ڏاڍيون تن تي خارون آيون.

اندر منجهہ اداسي ساڳي،
ڪهڙيون يار بهارون آيون.

دل تہ سڄي هن ڪي ئي ارپي،
موٽي تنهن جون قارون آيون.

اوهي واهي جنهنجو ڪونهي،
تنهن ئي فصل تي جهارون آيون !

جيئڙن لاءِ جهڳو ڪونهي ڪو،
توکي ياد مزارون آيون.

پاتالن ۾ جيت رهي چو؟
اوچائن تي هارون آيون.



هيءَ اکڙيون ۾ مڻ اوجاڳا.
ڇا هي سهنديون! ڇڻ اوجاڳا.

سارا ڇو اوتيا تئي مون ۾،
تون بہ پرين ڪجھہ ڪڻ اوجاڳا!

پيار اندر ۾ پوکي ويئينءَ
هاڻ پئي تون لُڻ اوجاڳا.

مون وٽ ساز، نہ ڪو آواز ئي،
ويھہ وٺي پر، سُڻ اوجاڳا.

جيڪو نينهن ڪري، سو ڄاڻي،
سهنجا ڪين سهڻ اوجاڳا.

لونءَ لونءَ ڇڻ تہ لتاڙن ٿا پيا،
ذات اڪيلي ڌڻ اوجاڳا.

جيون ڇڻ تہ ڪوئي درخت آ،
وڻ ويڙهيءَ جان ڇڻ اوجاڳا.

جاڳائي، ڪَڻُ ڪَڻُ ڏاتو تئي،
هاڻ سُمهان، مون اُڻ اوجاڳا.



ڏکن کان ڏار تي وڃجي.
گهڙي پل ٻار تي وڃجي.

پرينءَ جي جيت، تنهن آڏو
سراپا هار تي وڃجي.

اُتان کان جڳ کي پسجي،
نگاهِ يار تي وڃجي.

ملي کا پيار جي بستي،
وڏي والار تي وڃجي.

لڳن الزام جا پٿر،
ها! گنهگار تي وڃجي.

جو هينئن هاڪار هر پيري،
ڪڏهن انڪار تي وڃجي.

وڃائي ساري ئي هستي،
صنم جي سار تي وڃجي.

چئي دل تي، وري هن جي،
هِنئين جو هار تي وڃجي.



ڪوئي اهڃاڻ پئي ڳوليان.
مان خود کي هاڻ پئي ڳوليان.

نہ ڪنهن يي ڊوڙ ۾ شامل،
مان پنهنجو پاڻ پئي ڳوليان.

جيئان جيئرن وجودن جان،
مان اهڙي جاڻ پئي ڳوليان.

در ـ و ـ ديوار جي اندر،
مان ڇا اڻڄاڻ پئي ڳوليان؟؟

جا مونکي پروسو بخشي،
مان سا، واڪاڻ پئي ڳوليان.



وري چنڊ چاهڻ تي دل تي چوي.
وري دل لڳائڻ تي دل تي چوي.

وڏو بار ساهن آ سر تي گهٽو،
جو مقتل پچائڻ تي دل تي چوي.

پون ٽيون اڏارن تي جيئن بندشون،
ته اپ سارو ماٽڻ تي دل تي چوي.

اوهان جي چڏيو تا ته پل ڏيو چڏي،
اسان کي نياهڻ تي دل تي چوي.

جي تي پئي تو سڀ ڪجهه اسان جو ته پوءِ،
وري ڪجهه وڃائڻ تي دل تي چوي.

ڪئي ڳالهيون دل جون هون دل ۾، سيئي،
الئه چو ٻڌائڻ تي دل تي چوي.

ڏکن ڏيل ڏاري وڏا ايترا،
جو گوندر کي گهائڻ تي دل تي چوي.

اڙي موت پيچو نه ڪر تون اجان،
حياتي گذارڻ تي دل تي چوي!



پنين ڪا سار ڪوليندي،
رُني پَئي وار ڪوليندي.

ڪڏهوڪي آس، دروازا
اسان لئہ پيار ڪوليندي؟

پَسَن پُوريون پرين، چا لئہ
اکين کي يار ڪوليندي!؟

چوي دل تي تہ، اڄ پايان
تون ٻانهن هار ڪوليندي!؟

زمين ڪان اپ ڏي هلجي،
سيئي اسرار ڪوليندي.

گهٽو انڪار تي بيهندي؟
آ پڪ اقرار ڪوليندي.

جي چئين مهڪار کي ماٺيان،
تہ ڦهرين خار ڪوليندي؟

شهر جو شهر تئي باغي،
گهٽا تون دار ڪوليندي؟



زندگيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.
هر خوشيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

عڪس اندر جو نہ آ چٽجي سگهيو،
آرسيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

ڪو سڙيل پٽ تي نہ پروانو ڏسان،
روشنيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

بي وفا ناهي، ڪٿي، سوچڻ تہ ڏي،
دوستيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

اڄ نہ اڏري تي چڪوري چنبُ ڏي،
چاندنيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

هن عقيدن جا ڪلي پيا راز، يا
بندگي ۾ آ ڪمي رهجي وئي.

دل کي دل سان راهہ آ، شايد ڪٿي،
عاشقيءَ ۾ آ ڪمي رهجي وئي.



نہ وچ روح پنهنجو پَريو ئي ڪٿي آ!
اڃان سچ مٿان آ لڙيو ئي ڪٿي آ!

ڇيئي سمنڊ جيڏو، اتي بس نہ ڇئبي،
اڃان قرب تو پي ڪٽيو ئي ڪٿي آ!

ڪٿي مات مڃبي، وڏي ويڙهہ وڙهبي،
اڃان درد دل ڪان ڪٽيو ئي ڪٿي آ!

نہ رڙهہ رات جلدي، پرهہ ترس تورو،
اڃان پيار دل تي ڪيو ئي ڪٿي آ!

هتان پيار پڇرون، هتان ذات ڏڏري،
اسان جان کو جڳ ۾ جهريو ئي ڪٿي آ!

پرينءَ موڪلايو، هئي آس ورندو،
رهيو دَرُ ڪليل ئي ڪڙيو ئي ڪٿي آ!



رات ساري جي اک ٿمي ٿيندي!
سحر ڪيڏي نہ شبنمي ٿيندي!

سوچيو سيني اندر پٿر رکجي،
دل جي رکبي تہ دل لڳي ٿيندي.

سِٽ نئين ڪا نہ ايئن لکي ٿيندي،
سوَر نئون ڏيو تہ شاعري ٿيندي.

شخص هڪڙو جو پياس کي پوڳي،
اڄ سڀ لئہ پتي پتي ٿيندي.

ڳولين ساگر جو ٻيو ڪنارو پيو،
تو کان منزل پو ڪيئن لڌي ٿيندي؟

نہ ڪو اڪڙين جو عادتون مٽبيون،
نہ ئي دل دادلي جهَلي ٿيندي!!

پاڻ جي پيار کان پَلي وجبو،
پيڙ لونءَ لونءَ ۾ لازمي ٿيندي.



نيٹؤن نڪرن نير الائي ڇا جي لاءِ؟
من ۾ آهه اُڪير الائي ڇا جي لاءِ؟

هُو تہ سراپا من ۾ آ موجود رهيو،
ڏئي ويو آ تصوير الائي ڇا جي لاءِ؟

پار پرين جي ڪوڙ ڪتوري ساڻ ڪري،
هر هر گهائي هير الائي ڇا جي لاءِ؟

مرڪ ڪي جڻ تہ ڏني ڪنهن آه جلاوطني،
ڳل ڳل آهه ڳنڀير الائي ڇا جي لاءِ؟

جا يي دل تي پيار جو خواب ڏسڻ چاهي،
تنهن ۾ سؤ سؤ جهير الائي ڇا جي لاءِ؟

بس يادن جو سمنڊ بچيو آهي تنهن جي،
هر هر وچڙي وير الائي ڇا جي لاءِ؟



جاتي كاتي پيار ڏکي تو.
من اندر ۾ آر ڏکي تو.

مند مينھوڳي ماٺي ھر کو،
ڪڻ ڪڻ منجھ ڪنيار ڏکي تو.

ناريءَ من چو آئيني اڳيان،
ڏسندي چانديءَ تار ڏکي تو.

اڄان بہ ھن پيارا ماڻھو ھت،
موت تي جن جي دار ڏکي تو.

سڪڻا ماڻھو مرڪي گھارن،
پيارا سوچ ويچار ڏکي تو.

رڃ جو راھي ڪونہ ڏسي جڏ،
توھر ۾ تذڪار ڏکي تو.



اسان جي زندگانين جي ڪتا رنگين ڪانهي ڪا!
اندر ويران رڻ وانگر ادا رنگين ڪانهي ڪا!

اسان جي سوچ جي دنيا ڀلي رنگين ڪيڏي يي،
مگر جا چوطرف دنيا اها رنگين ڪانهي ڪا.

اسان جو روح يي زخمي ۽ هي ڏس پير يي زخمي،
جو هٿ ۾ آ قلم زخمي ڪلا رنگين ڪانهي ڪا

خدا يي جڻ مصور ڪو ۽ دنيا ڪينوس وانگي،
اسان جي هٿ ترين تي پر دعا رنگين ڪانهي ڪا.

اوهان جي زندگيءَ ۾ سڀ چڱايون ڏوهه ڪوڪونهي،
ڀلي بيشڪ هجي، پر پو بہ سا، رنگين ڪانهي ڪا.

جو آ آزاد ماڻهو رنگ موسم جا پسي پل پل
قفس ۾ گهاريندڙ لئہ ڪا فضا رنگين ڪانهي ڪا.

عڪس، بڪ ۽ پريشانين، ظلم ۽ بي وفاين جا،
”پريت“ آهي غزل پر ڳالهہ ڪا رنگين ڪانهي ڪا.



سڀ عروج و زوال ڏسنداسين
هجر، سارا وصال ڏسنداسين

پاڻ ساڙي سراپا خاڪ ڪري
عشق تنهن جا ڪمال ڏسنداسين!

پنهنجون اوچائيون بہ ڏسنداسين
موت تنهنجا بہ چال ڏسنداسين

نيت اظهار پيار جو ٿيندو،
ڏينهن، مهينا ۽ سال ڏسنداسين!

ڪنهن ڪي ايئن پيي آ چاهبو! هن ڪان
پڇي نديڙو سوال ڏسنداسين

ڇئبو جيون ڪي الوداع، پويان
پيدا ڪهڙا ٿيا خال ڏسنداسين!

هيءَ حياتي آ وهہ، ڳهي تنهن ڪي
”پريت“ پنهنجا پو حال ڏسنداسين.



مزاج يي پڙهڻا هن، ڪتاب يي پڙهڻا هن
ساييان ملي نہ جن کي، سي خواب يي پڙهڻا هن

هر دؤر ۾ اکين کان اوجهل رهيا هميشہ
تاريخ مان قلهوري سي باب يي پڙهڻا هن

جيون اسان لئہ رهندو آيو نشان سوالي
تنهن جا اسان کي ڳولي جواب يي پڙهڻا هن

هر لڙڪ ۾ وڏو تو کو داستان لڪل ٿئي
اک اک مان جي هي جاري سي آب يي پڙهڻا هن

جا رات جي راڻي آ تنهن کي بہ جاچڻو آ،
شرميلي ٻوٽي تنهن جا حجاب يي پڙهڻا هن

جن لئہ هميشہ پونئرو آ بي قرار رهندو،
ويهي سي فرصتن ۾، گلاب يي پڙهڻا هن.

هيءَ جا حياتي تَنهن جو هر پاسو جاچڻو آ،
آ، سونهن يي پڙهڻي ۽ سراب يي پڙهڻا هَن.



کليو دل جو رکين تو دڙ
تہ ايندئي درد ئي اکثر!

ڏکن ھنئي پاڙ نيٽن ۾
نہ تو موھي کوئي منظر

تياسين ايڏا پسماندا
ڏسئون تا خواب ۾ کنڊر!

قيامت روز ڪاڻن جي
انھن کي ڇا ڪندا محشر

اسان اھڙا ئي ماڻھو ھون
اسان کان ڳوليو بھتر

رڳو پنڌ ناھ پوڄا آ
ھي رسندو ماڳ تي آخر

ڪِريا سڀ لڙڪ دامن تي
"پِريت" ڪجھ ضبط ڪر اندر



قصا دل چريءَ جا ٻڌڻ تا گُهرو!
اوهان ڀي تہ ڇا ڇا ٻڌڻ تا گُهرو!

ڏکهي ڏاڍي جيون کهاڻي ,پرين،
ٻڌايو ڪٿان ڪان ٻڌڻ تا گُهرو؟

جتي ٻولي گوليءَ جي ٻڌجي،اتي
اوهان ڪير؟ نغما ٻڌڻ تا گُهرو.

ڪنن مان ڪڍو دير ڪجهہ آڱريون
اگر لوڪ واڪا ٻڌڻ تا گُهرو

سيئي سور ڀلجي، اچي پڇبو
اگر ڪجهہ دلاسا ٻڌڻ تا گُهرو.

ويا سارا چوري تي تاريخ ,مان،
اوهان جيڪي صفحا ٻڌڻ تا گُهرو!



نينهن جي گر نظر ڪڏي ڇڏجي،
ماڻڪي جڻ پٿر، ڪڏي ڇڏجي.

رات جاڳي صفحن تي اوتيندي،
دل چوي سڀ زهر ڪڏي ڇڏجي.

تير تنهن جا ڪُنڊ جا ڪونهن ڪي،
سوچيون پنهنجو جگر ڪڏي ڇڏجي.

ديس وٽندو سو؟ جنهن جي نقشي مان،
پرين تنهنجو شهر ڪڏي ڇڏجي!

پيار ٺڪيءَ سان يي نہ ڪلندو آ،
سو تہ بهتر آ در ڪڏي ڇڏجي!

جتي نفرت جا رڻ ڦٽن اوڏانهن،
نينهن جي هڪ نهرڪڏي ڇڏجي.

پوري ڪيئن ٿئي ڪهاڻي سقراطي،
زهر جو گر ذڪر ڪڏي ڇڏجي!!



سار جا ايندي جهوري ويندي!
سارا ڦٽ ڦلهوري ويندي!

هوءَ جا وير چڙهي آئي آ،
واريءَ جو گهر ڀوري ويندي.

لونءَ لونءَ منجهه لٽي چاندوڪي،
چاهه چرئي کي چوري ويندي.

ورنائي سڌ کو کو ميهر،
مُنڌَ ته سرڙو گهوري ويندي!

سوچ سوچ سنگهريل آ، ڀوءَ يي
منزل ڏي ڏک ڏوري ويندي!



رئندي گذري رات اسان جي!
درد لڌي آ ذات اسان جي!

جيون هون اوندھ سان اٽڪيا،
هاڻ تہ ٿئي پرڀات اسان جي.

هر ڪنهن ڳالھ ڪئي پنهنجي ٿئي
ڪنهن نہ ٻڌي ٿئي بات اسان جي

اهڙي ييي هوندي اک ڪائي
جنهن ۾ هوندي تات اسان جي

هر ييري ايئن چو ٿيندو آ
جيت اوهان جي مات اسان جي

”پريت“ نہ هَو پنهنجو ٿيو ڪو ئي،
ڪيئن ٿي پئي هيءَ ذات اسان جي



نيٺ ايندو، آس ۾ آهيون اسين
ڪنهن وڏي وشواس ۾ آهيون اسين

لوچ، سُڏڪا، درد، پيڙا نيٺ ڇا،
عشق جي اپياس ۾ آهيون اسين!

پيار جي احساس ايئن اوچو ڪيو،
جڻ اُڏيا آڪاس ۾ آهيون اسين.

ڇا سنڌ ۾ من ۾ ٻه موهه آ ساڳيو،
انهي ٻڏتر قياس ۾ آهيون اسين.

نيٺ اوسيئڙا ٻه ماڳ ماڻيندا،
بس انهي احساس ۾ آهيون اسين.

ايترو اوتيوسين پوءِ پي جڻ اُڃيا،
”پريت“ کهڙيءَ پياس ۾ آهيون اسين.



ڏسيو ڪجهہ، ڪتي هي خوشيون تيون رهن؟
اسان ڪان تہ هر دم رُنيون تيون رهن!

هوائن جا جن ڪي ملي ويا مزاج،
اهي قيد ۾ ڪجهہ ڏکيون تيون رهن

اهي يادون گڏ گڏ رهن تيون ڪتي،
اهي روح ۾ چڙ رچيون تيون رهن.

اهي خيال سان تاڪ ڪجهہ ٻيڪڙيو،
انهن ۾ اسان جون اکيون تيون رهن.

گلابي گلن جا سنيها مليا،
ڪتي هاٽي پونئريون رکيون تيون رهن!!

لڳي ساريون اگنيون اجهامي ويون،
اسان جي ٿي دل ۾ دکيون تيون رهن.



رات آ روشني کي گذرڻ ڏي!
پنهنجي پر مان خوشي کي گذرڻ ڏي.

پيار جو پئجي سپ پتو ويندو،
جوش ديوانگيءَ کي گذرڻ ڏي!

رڳو هڏ ماس جڻ بچيو آهين
پاڻ مان زندگيءَ کي گذرڻ ڏي

مهڪ آڻيندي ساڻ ساجن جي،
هير مان تون دريءَکي گذرڻ ڏي.

سونهن تان پاڻهي هٿ کڻي ويندا،
ترس هن سانوريءَ کي گذرڻ ڏي!

تي سگهي تو پڄي هو دل تائين،
اکين مان اجنبيءَ کي گذرڻ ڏي.

سرمئي شام تون بہ ماڻيندي،
بن رڳو ڏرتتيءَ کي گذرڻ ڏي!



جي اکڙيون تيندون تاڪ پرين!
ڪي رهندا ات رولاڪ پرين!

تو گهر جي در جي ڳالھ ڪئي
مون دل جا کوليا تاڪ پرين!

هڪ پيار جي دل ۾ چٽنگ دُکي
ٻيو چنڊ ڪري دل چاڪ پرين!

ڇا سُرڪي تن سيراب ڪري؟
جي عرصن جا ههراڪ پرين!

تا پهرڻ هي جذبا چاهن
ڪا پيار سندي پوشاڪ پرين!

ها ڪو تہ اڇي مومل ڪي ماٽي،
ڪو تہ ڪڪوري ڪاڪ پرين!



گهٽ دل تان هي بار ڪيئن ٿئي؟
درد ۾ اختصار ڪيئن ٿئي؟

عاشقين جا هي امتحان وڏا
آ وڏو انتظار، ڪيئن ٿئي؟

هو ٽِڙيو پل لئہ خود سنڀالي ويو
گهٽ اسان جو خمار ڪيئن ٿئي؟

نانءُ پهتو جو هر زبان تي هو،
سو، رهي برقرار، ڪيئن ٿئي؟

اوتِي خيالن ۾ ڪوڙ خوشبو آ
پر سُڃي رُت بهار ڪيئن ٿئي؟

سچ کي ڪُفر چئي ويو آهي
ڏيندو ڪافر قرار، ڪيئن ٿئي؟

هي جو ”هڪ“ اٿڪي پيو انيائن سان
سوچو هڪ مان هزار ڪيئن ٿئي؟



ايئن ڏرتي ڪان هو ڏڪاٽو هو
ڪيس کو گھر نہ نڪاٽو هو

ڪير آهين؟ ۽ پيو وجين ڪيڏانهن
ڪيڏو وک تي تيو پچاٽو هو

سمجھہ مطلب جي تون تہ تلخيءَ کي
مجون لھجو تہ عارفاٽو هو

خلقہ احباب کو وڏو ڪونهي
دوست هڪڙو هو پر پڙاٽو هو

ڪيڏو بي چين پو بہ ڏسجي پيو
هو جو سجدن ۾ تي پيو ساٽو هو!

چار ڦهليا وري هي دوڪن جا
اوچو اڄ کو وري اڏاٽو هو

نيٹ هن اک کٽي ڏنو موڏانهن
مون لئہ سچ پچ تہ آجياٽو هو!



عاشقي جا ماڻ ۽ ماپا پڇين ٿو؟
قربتن جا ڪنهن ڪيا ڪاتا پڇين ٿو؟

هيءَ حياتي جڻ ته چربيلي هلئون پيا!
پير چالا، نيڻ چو آلا پڇين ٿو؟

ڪيترو بيزار ٿي آخر پوان ٿي،
هڪ ته مون کان سوال تون ڏاڍا پڇين ٿو!

جو پلا پئي پاڻ اوپرو پائئين،
تون به مون کان، منهنجا ئي پاڇا پڇين ٿو!

خيال جي دنيا جو تون ڪٿي ماڻهو،
ڪيئن جڙن ٿا خيال ۾ خاڪا پڇين ٿو!

مان سُتي ماڻيو جو، ڪنهن ڪٿي جاتو
منهنجا ڪهڙا نند سان ناتا پڇين ٿو؟

هينئڻ جو خاموشين سان گفتگو آهي،
راز ڪهڙا ها نوان جاتا، پڇين ٿو؟

سرد راتين ۾ وڇوڙو موت جهڙو،
ولهه ۾ پئي ڪيئن مٿيا پاسا پڇين ٿو؟

نانءُ جو پيي ڏيوس جيءُ جهوري وجي ٿي،
دل لڳي جا چو هڙئي نالا پڇين ٿو!؟



گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ، او سانول!
سڪ ۾ پوءِ پيو ساءُ او سانول!

جوين تي ساوڻ جي رُت آ
هاڻ ڪٿي تون آءُ او سانول!

پيار ڪي راند پئي سمجهو تو،
دل اچلي مون داءُ او سانول!

ساپيائون گهرجن، تئي ڪيسين
سپنن سان سرچاءُ او سانول!

هٿ سان جا نہ ڇُهي سگهجي تنهن
سڪ ۾ کهڙو چاءُ او سانول!



اکين جون لاليون ڪوئي تہ سمجھي؟
اهي رُداليون ڪوئي تہ سمجھي؟

ڦٽي نہ ڦيريل چڳون هي اُلجھيل
اکيون هي آليون ڪوئي تہ سمجھي

سُمهي تہ پيئي، مگر اکيلي،
اهي بہ ڳالهيون ڪوئي تہ سمجھي

ڏسيو پيار ڪان، اسان پلا ڪيئن
جدا ٿي جاليون، ڪوئي تہ سمجھي

اسان نہ سمجھون اوهان جون ڳالهيون،
نيون نراليون، ڪوئي تہ سمجھي!؟

”پريت“ درد ڪان دليون هي سڀ جون،
آهن نہ پالهيون، ڪوئي تہ سمجھي



جتي پير تي هيءَ ڏري ڇوڪري!
تي ڳالهين جي وچ ۾ ڳري ڇوڪري!

ننگيون سڀ نگاهون متس تيون پون،
مگر مگ متن تي ڏري ڇوڪري!

آ غربت گذارو نہ مانيءَ ڳيو،
مگر پوءِ بہ ٻهہ ٻهہ ٻري ڇوڪري.

هي الزام ايڏا ۽ ننڍڙي وهي،
ڪري يي تہ ڇا هيءَ ڪري ڇوڪري!؟

تئي سمجهو سين خود کي ويجهوسندءِ،
مگر هوءَ آ سڀ ڪان پري ڇوڪري.

هي شيشا، هي موتي ۽ گج ۾ اجان،
کي احساس جذبا پري ڇوڪري!

تئي مرڪي ۽ ڪنهن پل تئي سڏڪڻ لڳي،
لڪي پيار ڪنهن سان ڪري ڇوڪري!



اسان تہ پيار وارا پئي ناتا چِٽا ڪيا!
چرڪي پياسين هن جو ارادا چِٽا ڪيا!

ڇا لئہ آ ڏيھہ ڏمريو ڪارڻ ٻڌائجو،
اسان تہ ڪجھہ احساس ۽ جذبا چِٽا ڪيا.

ڇهرا ئي ويا ها لتجي، ڪنهن کي نہ پيو پتو،
عرصن ڪان پئي اوهان تہ آئينا چِٽا ڪيا.

منجهيا مسيحا ۽ سيئي دارون ڪٽي ويا،
اسان جو سور پنهنجا سرايا چِٽا ڪيا.

دنيا سموري پهچ ۾ پنهنجي مگر خدا،
ڪنهن راز ڏانهن ويندڙ ڪٽي رستا چِٽا ڪيا؟

هاڻ ئي هُلي ڳالهيون ويون ڇوڙس، اجان اسان،
ڪاٽي سمورا پيار جا پاسا چِٽا ڪيا.



ڳالھ ڳُجھ جي آ کو سُڻي نہ وڃي!
ڪوئي اعتبار ايئن ڪٽي نہ وڃي!

رڙھڻ سان ئي ڪا راھ سجھندي آ،
وقت پل پل تي ايئن ڇڙي نہ وڃي!

رھو ڪجھ دور دور ڊپ تو ٿئي،
ڪوئي ڪنھن کي ڪتي وٺي نہ وڃي!

معاملا دل جا يي پيا، سلجھايو،
ڳالھ اڳتي مگر گھٽي نہ وڃي!

ھوءَ جا چاھت ۾ وئي آ ڪاري تي،
ٻُڌو! مئلن ۾ سا ڳٽي نہ وڃي!

ڪنڌ ھڪ ٻيو جھڪيل ڪجي ويو آ،
خيال رکجو، ڪوئي لٽي نہ وڃي!



سارا ڏسن ٽيون منظر پوءِ پيي رهن اجاريون!
پتو نہ پئي تو اکڙيون کهڙيون اسان بہ ڏاريون؟

اڄ نہ سمجھ ۾ تا دستور دل سدا هي،
ڪوئي اسان ڪي ساري ڪنهن ڪي اسان تا ساريون.

هر ڪوئي خيال سهڻو تو اوپرو لڳي هت،
اکڙيون ڪيون چا ڪاريون وارن ڪي چا سنواريون!

تاريڪيون نہ رستا هن ديس جا پڇائن،
احساس ۾ ڪي جذبا بارڻ ڪري پيا باريون.

جيون ۾ جئاني جاتي ايمان ٽئي بنهن جو،
پٽرائجون اتي يا، خود ميڙ جيان پيا ڳاريون.

دنيا سبق سمورا ڪيئن پيار جا پڙهي وئي،
اسان اڃان تہ پيا تا پهريون اکر اچاريون!



ها! ڪي پيارا، عجب ڪرا ماڻهو!
ڪي ها! سهڻا ڪي سانورا ماڻهو!

ڪي تہ هڪجهڙا بنهہ ساڳيا ئي
۽ ڪي سڀ ڪان لڳا جدا ماڻهو

رنگ نسلن ۽ ذات جا ويچا
پيا تا پوڳن سجي سزا ماڻهو

نيٺ ڏسجو تہ ماڳ ماڻيندا
جيئن ئي گڏجي سيئي پيا ماڻهو

نيٺ ڏمريو چو. "هُو" گهرن تا جي
اجهو ڪپڙو ۽ ڪجهہ ڳيا ماڻهو

جي تا گڏجن تہ هيءُ وڏي طاقت،
باقي تنها لڳن جدا ماڻهو.

تون عبادت جا ڳول محور پل،
منهنجو ايمان ۽ خدا ماڻهو.



چا بہ تي پئي تون بھر صورت لک!
وقت جي اھم آ ضرورت لک!

سونھن کي کڻ ۽ ڪجھہ ستارا کڻ،
۽ پو تخليق خوبصورت لک!

پين، کاغذ ۽ ھي ڏکيو رستو،
ڪونہ ملندئي ڪائي سھولت لک!

پوئي دل داڻا پيار تسبيح ۾
۽ پو اڇلائي سڀ ڪدورت لک!

جي بہ انبياءِ سان ٿا اٿڪن پيا
تون بہ اچ تن ۾ ڪر شموليت لک!

ڏات جي ڏيھہ کي تون ڏئي وڃ ڪجھہ،
جي نہ آ، ڪائي پي قبوليت، لک.



سونهن جون سپ صدائون ساڻ رهيون
۽ سجڻ جون ادائون ساڻ رهيون

تنهنجي پهلوءَ ۾، پو به پئي پڙڪيس
چاهتن سان چتائون ساڻ رهيون

ڪهاڙ، گوليون ۽ گهاٽا دار ڪٽي،
سچ چوندي سزائون ساڻ رهيون

ڪيئن، ڪاتي ڪڏهن ۽ چو چا ٿئي،
پيار تو سان پچائون ساڻ رهيون

ماڻ نسي هاڻ جڏهن ٿُتي پئي هاڻ،
عشق تو سان انائون ساڻ رهيون!

پيار جو رهگذر ۾ ۽ تون هئين،
جي به جزبون دڪائون ساڻ رهيون

مان تصور ڏي ... اکيان پهتس،
مون سان هي اتهان ساڻ رهيون

چنڊ هو ... پيان چاتي،
نون جو ڪڏ ... ساڻ رهيون



هن اجا مس آچيو آغوش هو!
مون چو ان کان اڳ وڃايو هوش هو!؟

عاشقيءَ جا ڳهر ها، سڀ جي متان
ڪنهن سنڀاليو هوش، ڪو مدهوش هو

دل لڳيءَ اڪثرين منجهان ڳالهيون ڪيون
پئي لڪائين ڳالهہ، خود خاموش هو.

زندگي جون سڀ سچايون تيون ننگيون،
هن خوشين جو جيئن هٽايو پوش هو.

چا مليو ۽ چا رُليو سو جاچجي،
ايترو ڪاٿي اسانکي هوش هو.

پيڙ ۾ پنهنجو ئي مُک ويس وسري،
آئينن جو ڪهڙو تنهن ۾ دوش هو.

پاپ دنيا ۾ نہ ڪو پريشان هو،
نيرَ ڳاڙيندو رهيو نردوش هو.



چنڊ چاهيون پيا!
من لُيايون پيا!

سج تئي هي پرين،
توکي چاهيون پيا

پٿرن جو شهر،
دل لڳايون پيا!

درد دوکا سهي
مسڪرايون پيا

هيءَ گهڙي پي پُڄي،
موڪلايون پيا.

پَوءُ ويو ييلجي،
پونءِ پانئيون پيا

هانءُ پَرجي پيو
گيت ڳايون پيا



حال کھڙي ۾ آ وطن ڪان پڇو؟
ديس چاھي جلا وطن ڪان پڇو؟

اڄ تہ سنڌو ندي بہ آ پياسي،
درد تَنھنجو تہ ساحلن ڪان پُڇو؟

ھانءَ ھاري وِھن ڪي ٻيا ھوندا،
ھيءَ اسان جي ھا، حوصلن ڪان پڇو!

منھن جي ڌرتي صدين ڪان آ منھن جي،
پل تہ تاريخ جي صفحن ڪان پڇو؟

نينھن اکڙين مان سڀ نمايان آ،
چو ٿا سڀ ڪجھہ اوھان چپن ڪان پڇو؟؟

ڪوڙ جو ھي قلم نہ آ قائل،
تيون ڏسين آگريون. ھتن ڪان پڇو؟

پيرَ تَن تي سفر ۾ ڪنھن جا ھا؟
پل تہ دل جي اڇي دڳن ڪان پڇو؟!



هليو ڪو، نہ ڪنهن سان رَلي دوستو،
آ ويو واءُ اهڙو گهُلي دوستو.

اڪين سچ سارو تي اظهاريو،
زبان سان ويو سڀ ڪجهہ الي دوستو.

جڏهن ڪو نہ غمخوار پر ۾ ڏٺو،
اسان پي ڏنوسين ڪِلي دوستو.

ڏسو ڇانو ڪاٽي نہ، اچجو اُتي،
اسان جي اکين ۾ هلي دوستو.

ڏجو در تي دستڪ اُتي تورڙي،
جي پئي پنهن جي وچ ۾، گلي دوستو.

اجان مس ڪٽي نيڻ مون ڏانهن ڏنئين،
آ وئي ساري دنيا جلي دوستو.

ڪري ڇڏجي يا سوچجي، پر اڳي،
ويو پيار پنهنجو هُلي دوستو.

ڇڙيا ساز ٺهڪن جا محفل ۾ ها،
ڏني اڪ نہ ڪنهن، جا چُلي دوستو!



ڳاء اجان ڪجھ ڳاء پرين!
وياڪل من پرياء پرين!

پيار انگن مان چا ڄاڻي،
ليکو آ چا لاءِ پرين؟

دل وسندين ۾ جاءِ ڪپي،
رڻ ۾ ڪين رُلاءِ پرين.

مون ۾ ڪجھ منهنجو ڪونهي
سڀ ڪجھ آ تو لاءِ پرين!

مون سان ربط رهي تنهنجو،
ڪين گهرين جي ، گهاءِ پرين!

ڪين ڪڏهن سوچيو هوندو
جيءَ ۾ ملندي جاءِ پرين!

”چاهيان تو بي حد توکي“
بيهر چئو ورجاءِ پرين!



پئي سليئين هر بات اسان سان!
سَرتا! تون جيئين ذات اسان سان!

نينهن ڪٽين ۾ پاند پُسي ويو،
بادل جان هَو رات اسان سان.

ڪهڙو سانگ رچيو، رهجي وئي،
ڳوڙهن جي برسات اسان سان.

سڀ ڪجهه ساڻ کڻي ويو، پويان،
رهجي وئي آ تات اسان سان.

ڪر پنهنجي پاسي سارو جڳ،
عشق جي هڪڙي ذات اسان سان!

يانئيم ڪو نہ پرين پاسي ۾
ڪهڙي تي پريات اسان سان؟

مان يادن ۾ قيد ڪنديس سا،
رهہ تون هڪڙي رات اسان سان!



ڪرين پيار ڪيڏي آن گهايل چري!
پُسائي چِڏيا تئي روئي ٻَل چري!

اتئي هي رواجن جي ڏرتي سکي،
ڪا، تي پئي نہ توڪان وڏي ڀُل چري!

ملائي نمبر تو ڪٿي ڇو ڇڏيو،
ڪٿي آ سُتل، هيءُ آ جاڳيل چري!

ڪڏهن ڪوئي وڻجارو موٽي بہ تو،
سيئي ديپ ڇو تئي اجهاميل چري؟

وري ڪيس ساڳين گسن تان سڏين،
اتئي واٽ هر ڪا پُڄايل چري.

سڄو جڳ نہ جاڳي پوي شور تي
تون وڃ چوڙي پيرن مان پايل چري!

گليون عشق واريون اجل ڏانهن وڃن،
گليون ڪنهن جون تئي هيءُ ٻُڌايل چري!



چاهتون ۾ چنڊ گهائن!
درد پيا ويتر وڌائن!

مان رهان گوشہ نشين تي،
خواب تا مونکي رُلائن.

عاشقي جو عرق اوتيو
آ، ڪيو آجو فنائن.

روح جا سڀ رنگ ڏاتا،
درد جي برسي گهٽائن.

ساھہ سڄڻن ۾ اسان جو،
ڪنهن کي پيا هو روز گهائن.

پيار ڪيڏو ڏوھہ آهي،
مونکي سمجهايو سزائن.

مان مٿي جي مُٺ، مونکي
عشق پهچايو خلائن!



اُماس پئتي پائنجي!
کو ديپ نئون جلائجي!

تنها سفر ڏکيو گهڻو
وِک وِک سان پئي ملائجي

پئي درد آ ڏُکي کيو
اڄ درد کي ڏُکائجي!

جو ذات پات کي ڏسي،
تنهنکي نہ پنهنجو پائنجي

پَئي موت رقص ۾ ڏسان،
۽ زندگي پئي گهائجي.

ورهن جا واسطا هئا.
پلجي بہ کيئن پلائجي



لوڪ ليکي مان اڪيلي تي وئي هان!
مان تہ سوچن جي سهيلي تي وئي هان!

بار هيڏو سارو پيا تنها ڪٽن جي،
آءُ تن جي بانهن ٻيلي تي وئي هان.

هر منو لهجو ٻڌي پُلجي پوان ٿي،
ڪير سمجهائي ڳُهيلي تي وئي هان!

تون تہ پنهنجو آن چريا! من ۾ لهي پئہ،
مان پراون لئہ پهيلي تي وئي هان.

آجيان ڪهڙي؟ ميارون ڇا ڏيان مان؟!
مان ئي هر پيري اويلي تي وئي هان!

آ ڏگهيري بانهن بينل جڙ تہ خالي
هن حياتيءَ جي هٿيلي تي وئي هان!



جيءُ پنهنجو جهريل سراپا آ،
سور پوءِ پيو لڪيل سراپا آ.

ڪيئن آخر جدا ڪندين هن کي،
هو تہ مون ۾ مليل سراپا آ.

ڪونہ پڙڪيو عقل ڪٿي هوندو،
ها مگر دل پُليل سراپا آ.

چو هو بد دل آ ايترو تي پيو،
در تہ پنهنجو کُليل سراپا آ.

پيار ڪعبي جان چڙ هيو سامهون،
اهل دل جو جُهڪيل سراپا آ.

آئينن جا دڪان رستن تي،
عڪس هر ڪو چٽيل سراپا آ.

پيار احساس آ پشم جهڙو،
منهنجو سچ پچ ڇهيل سراپا آ.



روز جهيڙي اجان جهڪي ڪانهي!
نيٺ انسان آ گڏي ڪانهي!

وار هن تي ڪي گهڻ تيا ناهن،
هوءَ ڊهي وئي آ پر ڊني ڪانهي!

دوکا ويساهه گهاتيون ڏسندي،
دل ٻجي پئي آ دل لڳي ڪانهي!

آهي هر امتحان مان گذري وئي،
آ لتي لحد ۾، لُڏي ڪانهي!

پيار جي راهه تي جو نڪري پئي،
پوءِ گهٽي هن وري مٿي ڪانهي.

وقت نامهربان رهيو هن تي،
جيڏي ڏسجي ٿي، هوءَ وڏي ڪانهي.

خوشين مالها مان، هُن خوشي هڪ هڪ،
آ چُهي بس ڏٺي چڳي ڪانهي!



ڪو نہ تو سان ناهہ ٿيندو!
۽ نہ ڪو ويساهہ ٿيندو!

ساهہ وارو ڪوئي ماڻهو،
ڪَل، پرزو ناهہ ٿيندو!

ساڻ سوچي هل مون سان،
عشق آ آڙاهہ ٿيندو!

ٻُڪ ۾ جو پاهہ، تنهن جو
چنڊ سان چا چاهہ ٿيندو؟!

آس جذبا ۽ خوشيءَ تي
ڪونہ هاڻي ڳاهُہ ٿيندو

يونءِ ڪي والارين پيا
ڪيئن اندر ساهہ ٿيندو؟

ناوَ لهندي نينهن جي جي،
موج ۾ درياهہ ٿيندو!

خاڪ ٿيندين واٽ تي، آ
عشق بي پرواهہ ٿيندو

آ فنا ٿيندو اُهو جو،
سچ کان گمراهہ ٿيندو



هيءَ جا گذاريون ٿا، سا زندگي نہ ٿي لڳي.
هلئون تہ پيرن هيٺان ڪا ڌرتي نہ ٿي لڳي.

هر ڪوئي آ سفر ۾ پر منزل نہ ٿي لڀي،
ڇا لاءِ جو ڪوشش ڪا باهمي نہ ٿي لڳي.

ٻُڪ، درد جا احساس ڪئي ان ۾ پيا ٻڙڪن،
ڏاڍو اُيامي جا ڪُني، سڪٽي نہ ٿي لڳي!

هٿ، هٿ ۾ مگر دل جا ها رستا جدا جُدا
ڪو ٻيو ئي نانءُ ڏيوس، دل لڳي نہ ٿي لڳي!

جڏهن ڪان دوستن بہ آ تنها ڇڏي ڏنو،
تڏهن ڪان تنهائي بہ اوپري نہ ٿي لڳي!

ڪا سوچ، لوچ ۽ ڪوئي احساس هو لڪيو
پل ڇئو اوهان مونکي تہ شاعري نہ ٿي لڳي!

نہ ياد تو ڪري ڪوئي اڪ پيي نہ ٿي ڦري
سڪ پنهنجي ڪنهن کي اڄ چو ايتري نہ ٿي لڳي؟!



پنهنجو تي ڌار آهي
ڪيڏو عيار آهي

ڌرتي وڍڻ هليو آ
تي پيو غدار آهي

هر باضمير لُچيو،
ٿوڙيو حصار آهي!

پيا ديس واسي جاڳي
تيو شرمسار آهي

ٿاندا اڪيون ٻرن تيون
من بي قرار آهي

ڇو سنڌ چوندي هن جو
اٽڪيو اچار آهي

پنهنجو ٻيو "پريت" نعرو
ڌرتي يا دار آهي!

[3]

(SPLGO بل جي اچڻ تي لکيل)

رکن سپ آگهيون اکڙيون!
چون تا چا کنديون اکڙيون!

پلي هٿ پير تون کڙجان
کڏهن تو کان کڙيون اکڙيون؟

بي اُلکيون ٻوٽجن پل ۾
سي هونديون ها ٻيون اکڙيون!

بچي هر دام مان نکرن،
کڏهن خود ڦاسنديون اکڙيون!

نظر جن جي رهي نيچي
اتي جڙ ٻانهڙيون اکڙيون

نہ سوليون سمجهہ ۾ اينديئي،
اٿئي ڏاڍيون ڏکيون اکڙيون!

کڏهن شرمائجي جهڪنديون،
کڏهن ھي، ها! کنديون اکڙيون!



پير اونداهين ڌريو من ۾!
عشق فانوس تي ٻريو من ۾!

ڪو نہ آ رابطو پرين ممڪن،
ياد تورو گهٽو ڪريو من ۾!

سازِ دردن جا سپ ڇڙي پيا ها
چنگ چاهت جو جيئن ڇُريو من ۾

جو ڏنئين غير سان پِرين پنهنجو،
ويل تنهن ڪيترو جهُريو من ۾!

لڙڪ دامن سڄو پُسائي ويا،
ڇا تہ هُو ميڻ جيان ڳريو من ۾!

جنهن کي چوندو هو، تو سان نفرت آ،
تنهن کي قُدرت ڪان هُن گهُريو من ۾.

هاڻ اظهار سڀ ڪيو، پئي هُو،
”پريت“ سالن ڪان سنبريو مِن ۾!



ويساهه گهاتي!
سڄي حياتي!

لُڇيا اندر ۾،
وڄهونِ جهاتي.

ٻُڪن ۾ تي ويو،
هوُ آپ گهاتي

ها ساهه سوڙها.
ڇڳي پئي ڇاتي

ڪو مال ميڙي،
نِجو ۽ ذاتي.

ڦٽي ڪيل ڪنهن،
حيات پاتي.

جيئرن جي دنيا،
لڳي مماتي.

هي درد هاٺي،
گهرن جو ياتي.



سراپا خاڪ ٽيٽو آ
مگر بي باڪ ٽيٽو آ

رفوگر اڳ پيا ڳوليون
هي دامن چاڪ ٽيٽو آ،

رُلائن عشق جون تانگهون
ڪتي ڪو تاڪ ٽيٽو آ؟

ٻهن جي رت سان ڏوپي
پنڌن ڪي پاڪ ٽيٽو آ

پرين هينئن پيار جي ڏيندين،
هينئون هيراڪ ٽيٽو آ!

سيئي گوندر گذرگاهون
مگر رولاڪ ٽيٽو آ

هتي بُک درد تنهائيءَ،
سندو ادراڪ ٽيٽو آ.



سوچ، نہ جهٽ ۾ هار حياتي!
ڏي هٿ، هٿ ۾ گهار حياتي!

نينهن نگر، گڏ پاڻ پرين جي،
ٿي ويندي هيءَ پار حياتي!

اڄ اڄ مون ۾ پيار وسي پئہ
اندر اگنيون، ٺار حياتي!

ڇو پيو ايئن اوندھ کي لوئين
پاڻ کري آن ٻار حياتي!

جيءُ جهوريندئي، هاڻ نہ پوئين
هر هر وينو سار حياتي

هڪڙو تون نہ، کندي آ سڀ سان
ساڳي ئي هيءَ ڪار حياتي!

موت ميار نہ، آ ماريندو،
تون تہ مونکي مار حياتي!



چوپاسي روشني ڪجي دل کي جلائجي
هيءَ سوچ پنهنجي ٻارجي خود کي ڀلائجي

هڪ آس هئي جا خود ئي اسان وٽ ٽِڪي پئي،
زوريءَ ڀلا ڪنهن ڪنهن کي پاڻ وٽ، ٽِڪائجي.

دل جون هي حالتون ڀلا ڪهڙيون ٻڌائجن،
ٿاڪو ٿُني ٿو پئي وري نئون ٿو لڳائجي!

ڳالهين ۾، ڪيتريون نہ هو ڳالهيون پڇي ويو
باقي بچيو ئي ڇا هي جو هُن کان لڪائجي

جذبن کي پنهنجي ڳاهجي، ۽ پاڻ پيڙجي
ايئن دردِ ڪائنات جو ڪاتو لڳائجي

ڪو درد هو دلين ۾، ۽ ڪو انتظار هو
بيو ڪجھ ٻيو ڪونہ پاڻ وٽ، جنهنکي سنڀالجي.

هر ڪم تا دل لڳائي ڪرڻ لئہ چون هتي،
هڪ دل ٻڌاءِ "پريت" سا ڪِٿ ڪِٿ لڳائجي؟



پيڙ ۾ حصيدار تي نہ سگھيو!
هُو، هُو عاشق، عيار تي نہ سگھيو

عمر اڪثرين جي آڌو گذري وئي،
وقت تي پر ڪو وار تي نہ سگھيو

مطئمن هو، يا هُو نہ هو زنده
عمر ڀر بي قرار تي نہ سگھيو!

نيٺ آخر ۾ هن بہ للڪاريو،
زير هو بار بار تي نہ سگھيو

ڪريون ڏرتي جو سودو، تاريخي،
ڪو پنو داغدار تي نہ سگھيو.

پنڌ، پل ڪان صدين تي پھتو، پر
ماڳ سان همڪنار تي نہ سگھيو

خيال، ڏاڍا حَسين بڻاياسين
پوءِ بہ پن چڙ بھار تي نہ سگھيو

هانءُ ساڳيو پريل، لکيو ڪيڏو
لھي ڪجھہ دل جو بار، تي نہ سگھيو!



ڇا ڇا، نہ شخص ۾ آ!
ڪاتي سو عڪس ۾ آ!؟

تبريز جي آ صحبت،
رومي بہ رقص ۾ آ!

هر سونهن اک ڪان اوجهل
الجهي پيو نقص ۾ آ!

محبت ڪي ماڻجي ڇا
ملندي جا ترس ۾ آ!

ڪونهي سڪون ٻئي ۾
جو دل جي درس ۾ آ!

"ڪجهہ ڪونہ" ڪي ڇا ڄاڻي
ڏُريئون جو سرس ۾ آ!



مرڪ، سُکُ، ساعتون ڪسي ورتيون
عشق سڀ راحتون ڪسي ورتيون

ڪيئن نہ ڏرتي ڪي اڄ ورهائن پيا
سياستن، وحدتون ڪسي ورتيون

هاڻ هر رُت رڙهڻ وڙهڻ جي آ
حالتن پيون رُتون ڪسي ورتيون

هن جي ويساهہ گهاتين مورڳو،
ووٽ جون حُرمتون ڪسي ورتيون

جنهن ڪسيون وحدتون وطن جون ٽئي
تنهن ڪان سنڌ محبتون ڪسي ورتيون

تو ڪسي هيءَ آهي ڪراچي يا
جُوءِ ڪان جنتون ڪسي ورتيون

موهہ ئي موهہ مٽيءَ جو دامن ۾
نينهن پيون رغبتون ڪسي ورتيون

❋[4]

---

(ٻٽي نظام SPLGO جي بِل اچڻ تي لکيل)

او! چانڊوڪي تڙپائين ٿي!
سار جيان تون ئي گهائين ٿي.

سوداڻ سرتي آهين ڪا،
پيار ڪري پو پڇتائين ٿي.

ڪو ٻه نه گهَاون ڪي گهُوريندئي،
دامنِ دل کي سِرڪائين ٿي.

سُڏڪا ساز ٻڌائيندئين مان،
جي تنهائي تون ڳائين ٿي.

دل ۾ درد اکين ۾ اُلڪا،
واڻ وصل جي واجهائين ٿي.

ساهه سڄو، ويساهه ٽُٽل آ،
گهڙيءَ گهڙيءَ جو گهبرائين ٿي.

هي جو رڳ رڳ روڳ رليو ٿئي
ڪنهن کي او يَوري ياڻئين ٿي؟



ڪڏهن تون شام ۾ ملجان!
جهُڪيل ڪنهن لام ۾ ملجان!

سڄي سنسار جي ڳجهه ۾،
۽ هر ڪنهن مام ۾ ملجان.

تون ٻڻجي خواب کو سهڻو،
اکين، آرام ۾ ملجان.

عدم جي ويڙهه هستيءَ سان،
انهي سنگهرام ۾ ملجان.

سيئي سر تي ڪٽي ويندس،
تون هر الزام ۾ ملجان!

ٻنيون ٿي ونديون مدهوشيون
ڪنئيل هر جام ۾ ملجان



هُجين خوشحال يا فقيريءَ ۾!
مون کي رکجان تون يادگيريءَ ۾!

کين آزاد کر اجان مونکي
ڏي رهڻ عشق جي اسيريءَ ۾

وقت ئي کو نہ هو خوشيون ڳوليون
عمر سورن جي وئي سفيريءَ ۾

آرسي جڻ ضمير هو کنهن جو،
کنهن کئي حد هئي بي ضميريءَ ۾.

هو جو جوڀن ۾ هو هٿين خالي،
پر هُو خيالن جي هو اميريءَ ۾.

هُن کٽي پتِ، کيو الڳ گهر هو
وڏجي محبتَ وئي کنهن جيِ، ويريءَ ۾



تنهن جي پڄاڻان من کي پل پل قرار ڪونهي
ساري زمين سامهون، دل جو ديار ڪونهي

برسيو گهٽو ئي بادل، اندلث پي ٿي عيان آ
پر چو لٿو اندر تان، پيارا غبار ڪونهي

هيءَ عاشقيءَ اجل جان ماڻهوءَ اندر مان گذري
ڪو ڪو انهيءَ سفر ۾، ڏس ڪا قطار ڪونهي!

موتيا، چنبيلي، پوپل، ڪهنيا گلاب ڪَن ۾
پنهنجي چو آجيان لئه، ٻانهن جو هار ڪونهي؟

ڪئي قربتن قسم ها، پوَ هجر جا هميش
ائين ميت سپ مجايو، مُنڌ تي ميار ڪونهي!

سڪ سمنڊ ڪنهن اندر ۾، آتو آ "پريت" تو لئه
دل ڪي نه لاهجان گهٽ، تو لئه ٻه پيار ڪونهي!



نينهن لائي تہ ڏس!
خود پلائي تہ ڏس!

چنڊ چهرو تڪي،
اک ملائي تہ ڏس!

عشق آڙاهہ تي،
من جلائي تہ ڏس!

مان اچي پهچندس،
تون سڏائي تہ ڏس!

ساهہ سر ڏئي چڙيان
آزمائي تہ ڏس!

خود برابر رکي،
مونکي پائنئين تہ ڏس!

ماڻ هي پي جهان
دل لڳائي تہ ڏس!

رقص ڪن عاشقيون
چير پائي تہ ڏس!



سفر ۾ خواب هي سارا!
نہ ڏي ايئن موت لامارا!

بهارون سڀ ملي موٽيون،
نہ آئين تون ئي ويسارا!

سموريون، ڏرتتيون ڪاٽيون،
تون هٽ ۾ هٽ تہ ڏي پيارا!

ڪنئيل هر وڪ وئي ڪنيجي،
ڪُٺا ڪٽ نينهن جا نعرا.

اڳيان سچ، ساهہ سجدن ۾،
سراپا خيال يي سارا.

ڏسيون چا تون بنا سائين
لنگهيون ڪيئن سانوڻيون، سيارا

ڏسي اُپ مان اڪيلايون،
ڪَتيون مُرڪيون، ڪِليا تارا

نہ پوريون آرزوئون ٿيون
ڪٽي پيا ساهہ هي سارا!



جلندا پيا ديوانہ هوندا!
جلي، اُجهي ويا كانا هوندا!

دل كا آهہ سفر ۾ دل ڏي،
كوڙ جڙيا افسانہ هوندا.

نيٺ ملي هك تي ويندا هو،
پوئتي سڀ بهانا هوندا.

نيڻ كٽي ڏسجان چوپاسي،
كي تہ اوهان جا جانان هوندا!

تون جي سچ سفر جو راهي،
تو سان ساڻ زمانا هوندا.

شمع جي روشن تئي كاتي،
"پريت" اُتي پروانا هوندا!



نفي نہ ڪا ثبات آ!
خاموشي چپ چپات آ!

پهلوءَ ۾ ڪو پتو نہ پيو
هيءُ ڏينهن آ يا رات آ؟

پنهنجو سفر نہ ڪو پڇي،
پڇ هيتان پلصراط آ!

هي عشق جو آ امتحان
جو سهٽي واڳونءَ وات آ!

مون لئہ هي ماٺهو اهم آ
غير اهم ذات پات آ!

مان ڪيئن ڪُلي لِکي سگهان
بند هيءَ ڏنگين ۾ ڏات آ!



هانءَ تون هارين متان!
هيل تون سارين متان!

جا نہ تنهنجي وس ۾
دل اها ڏارين متان!

شوق کي ڪر سانت تون،
شوق کي ڪارين متان!

ڏاڍ جيسين، جل پيو
پاڻ کي ٺارين متان

ڏار ڏونگر سامُهان،
ڏيل کي ڏارين متان!

اڳتي جو آ سفر،
پوئتي تاڙين متان.

ماڳ ڏانهن جيڪو وڃي
سو گس، وسارين متان!



پيار تون ايڏو نہ ڪر
ايترو پنهنجو نہ ڪر

ڳالهہ وڇڙڻ جي هجي
سو پرين چرچو نہ ڪر!

سونهن کي ساراھہ پل
سونهن کي سجدو نہ ڪر

درد اوتي ڇڏ اندر
درد کي سُڏڪو نہ ڪر!

تي سڀي دنيا جلي
پيار کي پڙرو نہ ڪر

ڇڏ تہ پل اظهار جي،
قيد ڪو جذبو نہ ڪر!

تورڙو تي ويجهڙو
روح تي قبضو نہ ڪر!



ساڳي اڄ تڄ خدشا ساڳيا!
من ۾ يانئيا اُلڪا ساڳيا!

نرڙ مٿيءَ تي سپ جو ساڳيو،
سپ جا ناهن سجدا ساڳيا!

هيٺ پرين، مهتاب مٿي هو،
رنگ روپ ۽ نقشا ساڳيا.

ويساهن آتم هتيا ڪئي،
دل جي دڳ تي صدما ساڳيا.

غم، تنهائي ۽ اوسيئڙو،
تنهن جي پاران تحفا ساڳيا.

ساڳيون حد دخليون هون تنهنجون،
دل تي تنهنجا قبضا ساڳيا.

تنهنجو چاهه چٽو هر ڀيري،
منهنجا مبهم جذبا ساڳيا!!



جي من جو راز تي کوليان
تي پنهنجو پاڻ کي روليان

ماڻ گهَري گهاوَ جيان آهيان
ڪُچان ۽ پاڻ کي جهوريان

هان پاڳل، چنڊ پئي چاهيان
۽ سڪ جو مان سڳو سوريان

تون پنهنجِي، ميڙ پل مايا،
مان پنهنجو درد پئي جوڙيان!

مان ڊوڙي وقت کي پڇندس،
سنڌ؛ چو واڳ کي موڙيان.

تي ڪاري مان اجان ڪُسجان،
جي چاهت چنگ تي چوريان.



نہ ڪوئي درد ئي هوندو نہ ڪا ديوانگي هوندي،
سو پڪ سان موت ئي هوندو نہ سا ڪا زندگي هوندي.

نہ پليو نينهن ئي هن ڪان نہ سپنا ئي سگهيا جهلجي،
هي ٽورو سوچجي، آخر ستي ڪيئن سانوري هوندي؟

اڪين ۾ نينهن جي نچڻيءَ ٻڌا گهُنگهُرو سنجهئي ڪان ئي
ردم تي دل جي ڌڙڪي جي، نچي پئي دل لڳي هوندي.

اسان جي دل جي ڌرتي تي اچن ٿا پيار جا پنڇي،
رڳو ڪن اهل دل سمجهي سندن آوارگي هوندي!

هيءَ هٿ ۾ آرسي منهنجي، پريان پر عڪس هو هن جو،
ملي هڪ ٿي وڃڻ جي ڪا نشاني ٻي ڇٽي هوندي!؟

اگر ٿئي دل لڳي دريا، تہ سهڻيءَ جان لهي وڃجي،
ڪتورين ۾ اها خاهش، پرينءَ تائين پڳي هوندي!



رڳو ڪٿ جوڙ ماڻهن ڪي.
جيئڻ جاڪوڙ ماڻهن ڪي.

نہ تيون چو منزلون ڏسجن،
منجهائن موڙ ماڻهن ڪي.

ڪتي حيوان ڪي، اڄڪلهہ
لهوءَ جي لوڙ ماڻهن ڪي.

چنڊ تي جيڪڏهن ايندا،
بهانا ڪوڙ ماڻهن ڪي.

سيئي انسان هڪجهڙا،
پو ڇو هٽ جوڙ ماڻهن ڪي.

اڃان تائين غلاميءَ جا،
نڙيءَ ۾ نوڙ ماڻهن ڪي.

ڏسئون تي ڪاتي پهچائي؟
اها ڊڪ ڊوڙ ماڻهن ڪي.



سوچ جي آوارگي وڌندي وئي.
تنهنڪري ئي شاعري وڌندي وئي.

پاڻ پئي پوڄا ڪئي سين پيار جي،
ڏيهه جي ناراضگي وڌندي وئي.

جيئن ڏکن جو ڏار تئي من ۾ وڌيو،
ذات ۾ تيئن تازگي وڌندي وئي.

پيار تي وڌنديون ويون جيئن بندشون،
تيئن اڳيان هوءَ سانوري وڌندي وئي!

زندگي ڀرپور هئي پردي اڳيان،
۽ پٺيان پئي خودڪشي وڌندي وئي.

جيئن اسان تي پيار هو جل ٿل وسيو،
اُڃ تئين ويتر سکي وڌندي وئي!

عڪس آئيني ۾ پئي پنهنجو ڏٺم،
عمر جڻ مون تي ڪلي، وڌندي وئي.



تون تو سمجهين هنر آ حرفن جو.
آهي ڪوتا نچوڙ جذبن جو.

رهيو بس اڻ ڪتيل اندر، باقي
ڪاتو پورو زمين ۽ سمندن جو.

هو جو هر ڪنهن اڳيان جهڪي پئي تو،
زيان ڪيڏو تئي پيو سجدن جو.

ڪري ڪشڪول هٿَ، پني انسان،
هي آ امتحان اعليٰ ظرفن جو.

حال کهڙو آ سنڌ جي جئانيءَ جو،
جوڙ آ بس ڏکن ۽ ڏاڍن جو.

پاڻ گهاوَن جا سڀ رفوگر هون،
پاڻ سمجهون تا ساز سڏڪن جو.

مونکي ڪاغذ گهٽا گهٽا گهرجن،
آهي لکڻو اتهاس دردن جو.



ڏُور ڏرتي جا سيئي ڏکڙا ڪيو.
بعد ۾ آڪاش جا اُلڪا ڪيو.

توڙ تائين پهرين هڪڙن سان ٻَنديو،
پوءِ پرين قائم نوان ناتا ڪيو.

عشق جون سمجهو نہ ٿا جي سرحدون،
ايئن چڪورن سان نہ پو چرچا ڪيو.

سمنڊ کان گهرا ۽ اُوچا اُڀ کان،
قرب جا کهڙا پيا کاتا ڪيو.

هو نہ اڇٽا هئا نہ ئي ايندا ڪڏهن،
تن جا اوسيئڙا پيا کهڙا ڪيو!



هر هر ٽُٽي پئون ٿا!
ٻيهر جُڙي پئون ٿا!

تو کان ڇڄي او جانان،
هر هر ڇڄي پئون ٿا.

هڻ کي ڇيو، نہ اڇبو،
سڏ تي مُڙي پئون ٿا.

بس هاڻ پيار پلبو،
ڇئون ٿا، جهُري پئون ٿا.

هي پيار آ يا امرت،
ملندي ئي جي پئون ٿا.

سِڪ ۾ بہ سحر آ ڪو،
مدهوش ٿي پئون ٿا.

خاڪا هون، هُو ڇُهي جو،
تصوير ٿي پئون ٿا.



پنڪن خواب بسيرا ڳولن.
ڪنهن جي دل ۾ ديرا ڳولن.

اونداهين سان الجهي الجهي،
هاڻي نيڻ سويرا ڳولن.

کهنيا ڪوڙ گلاب ڪڙيا هي،
پونئرن جا ڪي پيرا ڳولن.

امن لڏيو آ جيئن ڌرتيءَ تان،
ملڪ ڀيو ڪو، ڳيرا ڳولن.

دل چورائي گُم ٿي ويو آ،
سوچون تَنهن جا پيرا ڳولن.

من ۾ موهه لٽو آ جن جي،
ٻانهن جا تيون گهيرا ڳولن.



يادون سانديون سپنا سانديا.
اڪڙين ۾ اوجاڳا سانديا.

خوشيون اسان کي يانءِ ئي ڪاٽي،
درد آهن جڻ جاڙا سانديا.

منزل ڏانهن سفر ۾ ساٿي،
سور مليا جي، سارا سانديا.

لهجا پيي ته ڏڪائن ٿا، سي،
اندر منجهه اجايا سانديا.

پنهنجو پاڻ اندر ۾ پيڙيون،
خود ۾ چو هي گهاٽا سانديا.

مند ملهاري واٽ مٽي وئي،
ڏرتتي ۽ ڪاڙها سانديا.

"پريت" آ پياس اها ساڳي ئي،
من ۾ سمنڊ سراپا سانديا.



ساٿ ڪو ڏي نہ ٿو ڏسي تنها.
ايئن ئي گذري پئي زندگي تنها.

ڪي اڪيليون گهڙيون بہ گذرن ٿيون،
شل نہ ٿئي ڪوئي دائمي تنها!

عڪس ڪيڏا اندر ۾ سانڍي ٿي،
خود ۾ ڪيڏي آ آرسي تنها.

ڪجهہ حصو تنهنجو پي پرين هوندو،
ڪيئن پلا ٿيندي، دل لڳي تنها!!

آ خوشي سچ ونڊڻ ورهائڻ لئہ،
ڪيئن خوشي ڪائي چاهبي تنها.

ننڊ آهي تہ ساٿ سپنن جو،
چا ڪنداسين سجاڳ ٿي، تنها!

آ هلي ايندي من جي آڳنڊ ٿي،
جيئن ئي ڏسندي آ شاعري تنها.



سوال كيئي.
خيال كيئي.

محبتن ۾،
ملال كيئي.

عروج توڙ،
زوال كيئي.

دل ٽوڙڻ ۾،
كمال كيئي.

حوصلن جا،
مثال كيئي.

كمائي كوڙا،
بحال كيئي.

چو قرب جا،
ئي كال كيئي.



چوٽ لڳندس تہ گھائجي ويندو،
نيٺ ماڻھو، سنڀالجي ويندو!

ڏينس آگر ھو اجنبي آھي،
شھر نئين ۾ وڃائجي ويندو.

ماڻھو ڪيڏا تا ھن کي چاھن پيا،
نيٺ ڏسجان ورھائجي ويندو.

موھہ من ۾ ڪٿي ھو نڪتو آ،
دل ۾ ڪنھن جي سمائجي ويندو.

ھُو جو ٻڌجي پيو آ افسانو،
ڪنھن نہ ڪنھن کان ٻُڌائجي ويندو.

وقت کي ڏس مھار ڪاتي آ؟
ڪيئن سوچيئہ ورائجي ويندو!

ڇا جي چنتا، وڇن گھٽئي آھن،
ڪوئي رھندو، ڪو پاڙجي ويندو.



ساڻ سهڻي ڪا سار ٿي پئي آ.
شام جڻ خوشگوار ٿي پئي آ.

هر ڪا خاهش لڳي ڪلڻ جهڙي،
دل چو ننڍڙو ڪو بار ٿي پئي آ؟

آئي ، هٿ ۾ جو تنهنجي ٻهروپيا،
آرسي ڏار ڏار ٿي پئي آ.

تو تہ هئين هيڪلو هليو، هاڻي،
ڏس تہ هڪ مان قطار ٿي پئي آ!

چو پلا دل جي دنيا ڏانهن ويندڙ،
هر گهٽي خاردار ٿي پئي آ؟

پنهنجو جيون تہ ٿي پيو مفلس آ،
ذات پر شاهوڪار ٿي پئي آ.



پوپٽ جهڙو چاھہ پرينءَ جو.
هر رنگ جنهن ۾ آھہ پرينءَ جو.

نفرت مان چاڙن چاء جن ۾،
هر دم آهي ساھہ پرينءَ جو!

سارا لک لنگهي وڃبا هي،
جيڪر ، آ ويساھہ پرينءَ جو.

لوڪ رُنو پرواھہ ڪانهي ڪا،
گهرجي تو بس ٿاھہ پرينءَ جو.

پنهنجي ئي دامن ۾ پربو،
هر ڪو ڏوھہ گناھہ پرينءَ جو.

جيون جڻ تہ سقل تي پئي هي
تي پئي جي نيپاھہ پرينءَ جو.

عيب سَوين مون، اُلڪو ڪونهي،
اندر آ درياھہ پرينءَ جو.



جيئن هتان هو گذر ڪري ويو.
شهر سڄو ئي پٽر ڪري ويو!

ورهيہ لڳي ويا جن کي مڙندي،
گهاوَ سمورا سڄر ڪري ويو.

هُو تہ لتاڙي ويو آڱنڌ کي،
پاڪ سمورو پڌر ڪري ويو.

هڪڙي نظر وڏائين، سارن،
قربن جو جڻ قدر ڪري ويو.

ساڻ وِکون کي چار هليو هو،
سَولو سارو سفر ڪري ويو!

ڪنڌ ڪپيو ٻوٽي ٻوٽي تيو،
پيار دنيا ۾ مگر ڪري ويو!



پُڇو! هن ڏي ڇو ڏيان آ سارو؟
هُو تہ منهنجو جهان آ سارو.

گهاءُ ڪائي بہ ڏِس اڃان سامهون،
عشق جو امتحان آ سارو.

پيار تنهن سان، جو پيار جو منڪر،
محبتن جو ذيان آ سارو.

رات تنهائي، درد، اوسيئڙو،
مليل هن ڪان هي مان آ سارو!

هُو بہ مونکي ئي چاهي بي حد ٿو،
منهنجو شايد گمان آ سارو.

”چاهيان تو کي تي بس رکو توکي“
منهنجو بس هيءُ بيان آ سارو.



اجان جيئون هر سزا مليل آ.
اهڙي ڪنهن جي دعا مليل آ.

تنهائي ۽ اُپ چانڊوڪيون،
چاهت آ يا چِتا مليل آ؟

مجئون حياتي سور سين جي،
درد هي دل جو جدا مليل آ.

ڪوئن کي اورانگهي وئي آ،
شايد هن سان هوا مليل آ.

چُپ چُپ ۾ سڀ ڪجهه چئي ويو آ،
هن کي اهڙي ادا مليل آ.

ڪئي مسيحا، پر پيو ڳولي،
جنهن کان هن کي شفا مليل آ.

جو ٻه لڪون تنهن ۾ ڪجهه سچ آ،
۽ ڪجهه ان ۾ ڪتا مليل آ.



دليون جڻ، آس کان خالي.
اکيون احساس کان خالي.

ڏسيو اندر اهو کهڙو،
جو آهي پياس کان خالي؟

سين جي سوچ هئي ٽاندا،
بدن هو ماس کان خالي.

ٽنگيل خود ۾ ئي خود آهيون،
نه آ من ٽياس کان خالي.

ڏئي ڏک موت ۾ مرکن،
سيئي ٿيا قياس کان خالي.

هتي هر ڪوئي ماڻهو جڻ،
لڳي وشواس کان خالي.

رڳو جذبات ۾ جل ٿل،
ذهن اپياس کان خالي.



چپر ۾ شام تيون ڳولن.
اکيون آرام تيون ڳولن.

اڳيئي تهمتون ايڏيون،
وري الزام تيون ڳولن.

سيئي چو رهبريون ڏوهي،
سنا انجام تيون ڳولن.

رهون گمنام، تا چاهيون،
چون تا نام تيون ڳولن.

نيون کي صورتون ڏينديون،
خوشيون هو خام تيون ڳولن.

نہ اينديون جهل ۾ کنهن کان.
دليون جي دام تيون ڳولن!



کيئي مجبوريون، ڳٽايان ڇا!؟
سڀ هتي ڇئي ڇڏيان لڪايان ڇا!؟

حادثو تي ويو اندر ۾ آ
تو کي ڏک جو سبب ٻڌايان ڇا!؟

هُو جو ڇرڪيو آ اک ملائڻ تي،
تَنهن جِي وِک سان مان وِک ملايان ڇا!؟

پاڻ پکڙيل هون ڪائناتن تي،
هيءَ چادر! مان خود سمايان ڇا!؟

ڪوئي محبوب آ جو جيئون پيا تا،
ورنہ جيون ۾ ڇا؟ گذاريان ڇا!؟

هُو آ قيدي بڻيو انائن جو،
سوچو! تنهن کي مان آزمايان ڇا!؟



آسمان اداس ڪنهن تارا ڪٽي ڇڏيا؟
۽ چوطرف ڌرتي تان نظارا ڪٽي ڇڏيا.

آخر تہ محبتن جو يي رڪٽو پرم هيو،
الزام جي لڳا اسان سارا ڪٽي ڇڏيا.

قدرت اسان جي سامهون ئي منزل رکي هئي،
پر وجڻ وارا سيئي چارا ڪٽي ڇڏيا.

جا ناوَ هئي لهرن لتي، منزل تي سا پڳي،
پوئتي رهيا جنين ها ڪنارا ڪٽي ڇڏيا.

جو اوچتو نظر پئي رنگ برف جو ڏنو،
پتو نہ پيو تہ وار ڪنهن ڪارا ڪٽي ڇڏيا!

ڏاڍو هو شور سچ پچ دنيا ۾ چوڌسا،
جاتي ڏناسين نينهن جا نعرا ڪٽي ڇڏيا!



صدين کان اسان جون هي ترسيون اکيون.
اڪيليون اڪيليون هي برسيون اکيون.

گهٽئي راز فطرت جا کولي ٻڌائن،
ڪڏهن تي پون تيون هي سرتيون اکيون.

اوهان جيئن ڪنئيا پيار ڏي پيرڙا،
تہ ٻٽجي پيون پنهنجون ڏرتيون اکيون.

جڏهن تيون لنگهن هيءُ شبابن منجهان،
تڏهن ڪن تيون توريون هي غلطيون اکيون.

اوهان ڪي ڏسي منهن جو موڙي چڏيو،
ڪو عرصو اسان کان نہ پرتيون اکيون.

ڪڏهن هئاسين سامهون ڪڏهن تياسين گم تئي،
اسان بس اوهان جون تئي پرکيون اکيون.

جو ڏسبو، سو لکبو، اسان جون تہ آهن،
اڏاريون تہ ناهن هي ورتيون اکيون.



هر ڪنهن کان وسري ويا آهيون.
شايد ڪٿ پلجي ويا آهيون.

چاهيونسين سڀ لئہ چانڊوڪيون،
اوندهہ سان اٽڪي ويا آهيون.

منزل جو بہ پتو ڪونهي ڪو،
گهر کان ئي نڪري ويا آهيون.

دردن کي مرڪن ۾ ويڙهي،
ڪيئن جيئجي، سمجهي ويا آهيون.

درد ڪئي آبياري دل تي،
ڏس ڪيڏو اُسري ويا آهيون!



جن انت لٿو اسرارن جو،
ڏس گهرجي تن انسانن جو.

تي ڍال وڙهيا طوفانن سان،
ڪو ڄاڻي درد ڪنارن جو.

جن پڳڙن مُٺ تي پونءِ وِڪي،
ڇا ٿيندو تن ڪردارن جو؟

جن خواب ڏٺا خوشبو خوشبو،
آ پنڌ مليو تن خارن جو.

ٿا جي ٻه ملائن ماڳن سان،
ٿو چاھ رھي تن چارن جو.

پنتي جنهن پير ڪنئيو تنهن ڏي،
آ رهٽو قرض ميارن جو.



پرين تو سان نہ رابطا رهندا.
ڪيئن دل تي پو ضابطا رهندا؟

موسمون اينديون ۽ پيون وينديون،
آس رهندي ۽ آسرا رهندا.

ڪا نہ وئي آ مري مسيحائي،
ڏيندا دردن کي ڪي دوا رهندا.

ايندا چهرا تہ ڪئي اکين آڏو،
عڪس ڪنهن ڪنهن جا پر چِٽا رهندا.

وجي سياڻي تي پل سجي دنيا،
چنڊ چاهڻ لئہ ڪي چريا رهندا.

چڏيو، هڪبئي کي ڏاڍو چاهن ٿا،
وڙهي ڪيسين جدا جدا رهندا.

کهڙو چهرو سو، جنهن مٿان پل پل،
وار ڪلندا ۽ تي گهٽا رهندا.



هتي سهٽين جا طلبگار گهٽا.
ڏسو پر تن ۾ هن ميهار گهٽا؟

دل جون ڳالهيون ئي ڪونہ ٿا سمجهن،
باقي آهن هو سمجهدار گهٽا.

تير تاڻيا تہ تو گهڻئي هوندا،
ٿيا پر دل جي آر پار گهٽا؟

هُو، جي سڀ لئہ قرار پيا ڳولن،
خود چو ڏسجن پيا بي قرار گهٽا؟

اڪيون آهن ڪليل سين جون پر
ذهن ڏسجان تہ هن بيدار گهٽا؟

دعا بس هڪ، خدا ڪان، گڏجي پئون،
مجون آهيون تہ گنهگار گهٽا!



اڇو ڳڙھو تہ سيئي پيار ڪيون.
دل ۾ دردن کي ڏار ڏار ڪيون.

جو بہ چاھت جو ڳس جھلي بيھي،
انھيءَ ڏونگر کي ڏار ڏار ڪيون.

گھاءُ لڳندس تہ موت ڪائيندي،
پنڌ پيڙا جا خاردار ڪيون.

ڏوھ يي ڪجھ ڳڙيون ٿوابن ۾،
ٿورو جيون کي جاندار ڪيون!

جتي محبت ملي محبت سان،
اتي قائم ڪي يادگار ڪيون.

اڏيون بستي ڪا سُک سندي ساٿي،
پيار کي تنھن جو پھريدار ڪيون.



سرس دل جو درد ٿو ٿيندو وڃي.
ڪيڏو تنها فرد ٿو ٿيندو وڃي.

ذات جي ڏيئڙن کي ٻاريو هي انڌيرو،
ڪيترو چوگرد ٿو ٿيندو وڃي.

ڪيس جي چاهن تان، تن ئي رولي هو،
دنيا جو همدرد ٿو ٿيندو وڃي.

دل جي درخت جي ڪري آبياري ڪو،
پتو پتو زرد ٿو ٿيندو وڃي.

چاهه چٽنگن کي هوا ڏئي، موٽ ۾،
پاڻ ڪيڏو سرد ٿو ٿيندو وڃي.

پيار، پيار، پيار ۽ بس پيار ئي،
اهلِ دل جو وِرد ٿو ٿيندو وڃي.



چا لئہ ھر ھر اھو تئي خواب آيو!؟
سوچي جنھن تي تي اک ۾ آب آيو!؟

وري وسڪار تي وئي وسندين تي،
پياس حصي وري سراب آيو.

آيو ميڙي لڱل پٽر سارا،
پلجي منھنجو ڏنل گلاب آيو!

سو بہ جيون ڪتاب ڪھڙو ٿيو؟
پيار وارو نہ جنھن ۾ باب آيو.

وري ظالم جي جيت منصف ڏس!
وري دردن تي ڏس عتاب آيو!

ٻولي گيتن جي نيٺ سمجھي ويو،
ھو جو رڳ رڳ ڪري رباب آيو.

پيار ھر ڀيري نئون لڳو مونکي،
نئون ھر ڀيري تئي حجاب آيو.



آهي نيڻن ۾ اڄ رڳو پاڻي!
ڏسبا منظر جڏهن سُڪو پاڻي!

پئي ڪليا مهل موڪلائڻ جي،
پر ٻنهي جي اکين ۾ هَو پاڻي.

ڪيت هُن جو اُجارو رهجي ويو،
مند چڙهندي ئي، هَو پڳو پاڻي.

هي چو، جهٽ ۾ اپيون کهاڙيون تيون،
ڪنهن وري ڪنهن جو آ پيو پاڻي!؟

اڄ چؤنري ۾ ساڳي، ترياڻيءَ،
عمر پر هو ڪنو ڪيو پاڻي!

هينئڻ پي ڏرتيءَ ڏٺي گذارن پيا،
آ رُکي ماني، گڏ چُڪو پاڻي!

جي وري تئي ڪروڙي دريا هي
لوڙهي جهريل جو ئي، جهڳو پاڻي!



تيو ڪنهن جو پيو تہ گذر ڪونهي.
ڇو دل ۾ آخر در ڪونهي.

مون هر صورت جو درد ڏٺو،
ڪو رهجي ويو گوندر ڪونهي.

اڪ پوريل، سوچ سفر ۾ آ،
ٻيو پيرن ڪي بہ صبر ڪونهي.

ڪو هُن جي دربدري سوچي،
هڪ گهايل دل، ٻيو گهر ڪونهي.

ڪو چانڊوڪين سان حال ڪيان،
پر گهر ڪي ڪو بہ پڌر ڪونهي!

آ خواب ڪنيڻ جي ڪوشش پر،
خوابن تي ڪو بہ اثر ڪونهي!

ڪو چاهڻ آهہ لڳو ڪنهن ڪي،
تيو برپا ڪو محشر ڪونهي!

هيءَ آڳ عشق جي آ، آخر،
پگهلي ويندو، پٿر ڪونهي!



”چا تہ تون آن حسين“ چيو آهي!
چنڊ کي وهم چو ٿيو آهي؟

جسم تنهن جي تي شاعري ٿئي ٿي
روح تنهن جو ڇو اڻ ڇهيو آهي؟

مون جو هر زخم جو اپياس لکيو،
بڻجي ڪوتا ڪتاب پيو آهي.

مون تہ پيڙا کان ڄڻ پڙهيو پئي آ
هر سبق سورڪان سکيو آهي!

جي نہ تي تُنهن جي دل، ٻُڌي ٿُنهن جو
منهن جو من هي بہ، بي چيو آهي!

ڪا نہ مصلحت، نہ ئي ڪو سمجهوتو،
مُلهہ ان لئہ وڏو ڀريو آهي!



ڪوڙ اُلڪا، ڪئي گمان ڇڏيا.
هر گهڙيءَ پنهنجا ها نشان ڇڏيا.

ڪئي دفعا هو حدن کي اورانگهيو،
ڪئي دفعا ها زمان، مڪان ڇڏيا!

اوچتو هيئنئن ڏسي سڄڻ سامهون
سوچ تِي بدحواس، ڏيان ڇڏيا!

ٻُڪ ماٺهو کي ڪاتي پهچايو،
ڪنهن ڇڏي پونءَ ڪنهن ڀڳوان ڇڏيا.

هڪڙو ماضيءَ جو ياد منظر پيو،
وقت يادن جا ڪولي تان ڇڏيا.



ڪاٿي ساٿ ۽ سنگ نہ هوندو.
دوريءَ جو ڪو ڏنگ نہ هوندو.

ناحق سان بينل هوندا ڪئي،
اڻکيو هڪڙو انگ نہ هوندو.

ويڙهہ نہ هوندي، واٽ نہ هوندي،
هي پيرن ۾ ونگ نہ هوندو.

ڏوڪا، دشمن، ڏک نہ هوندا،
ڇُرندو چاهت چنگ نہ هوندو.

ڏانهن پڙاڏا ٿي ويندي ڪا،
ٺهڪن جو آهنگ نہ هوندو.

پٽر هوندا، پنڌ نہ هوندو،
جيون جهاڪا جهنگ نہ هوندو!

ڇڙوڇڙ هجوم نہ هوندا،
رِهبريءَ جو رنگ نہ هوندو.

وهم، عقل جي ويڙهہ نہ هوندي،
ذهنن تي هي زنگ نہ هوندو!



منظرن جو سفر اکيون مُرکن!
ساڻ مون سان، سيئي سکيون مُرکن!

درد جي پَل کي چئہ پري بيهي،
روز کاتي تيون هيءُ دليون مُرکن!

تون جي سُڏکين تہ هيءُ حيات رُني،
جي تو مرکين تہ زندگيون مُرکن!

لکيو، پيهر لکيو، لکي ڊاتو،
مونکي ڏسندي تيون ڊائريون مُرکن.

ماڻهو مايا پنيان زماني جا،
هيءُ ڏسي پنهنجون سادگيون مرکن.

وصل جي وات تي مَتو ميلو،
رقص ۾ روح، دل لڳيون مُرکن.



ستارن ۾ تو اٽڪي پئي.
نظارن ۾ تو اٽڪي پئي.

هلي جي، ماڳ تي پهچي،
سهارن ۾ تو اٽڪي پئي.

سڏائي انقلابي پر،
سُڌارن ۾ تو اٽڪي پئي.

وري هو ناوَ لاهي ۽،
ڪنارن ۾ تو اٽڪي پئي.

رُڄُن مان اڄ ڪا لهندي!؟
سرابن ۾ تو اٽڪي پئي.

يلا ڪيئن ماڳ ماڻيندو،
قرارن ۾ تو اٽڪي پئي.

ڪرڻ دل جو سفر چاهي،
نِهارن ۾ تو اٽڪي پئي.



بتن جي بندگي ڪندو ناهي.
زيان هو زندگي ڪندو ناهي.

ڇو رڳو ماڻهو خودڪشي ڪن ٿا؟
درد ڇو خودڪشي ڪندو ناهي؟

آهي هر هر هُو آرسي اُگهندو،
پنهنجي صورت ڇِٽي ڪندو ناهي.

خود حقيقت پسند نه ٿو بڻجي،
وقت سچ پچ ٺڳي ڪندو ناهي.

پاڻ پڙهجو اکين جون تحريرون،
ڪير سڀ ڪجهه سچي، ڪندو ناهي!

”پريت“ پاڻهي آ پيار ٿي ويندو،
ڪير ڪنهن ڳان پڇي ڪندو ناهي!



روح جي رڙ ٻڌي نہ ٿو ڪوئي.
پيار مان ڏس سڏي نہ ٿو ڪوئي.

هر ڪو مونکي ئي ڏوهي چئي ويو آ،
ڪيس ظالم سڏي نہ ٿو ڪوئي.

ٿورڙو خوش ڏسي مُڙي هيڏانهن،
دَرد ڪي ڏس! جهلي نہ ٿو ڪوئي!؟

زندگي تلخ آ حقيقت آ،
پر حقيقت مڃي نہ ٿو ڪوئي.

ڪوڙ آجيان لئہ بينو هر هنڌ آ،
واٽ سچ جي ڏسي نہ ٿو ڪوئي.

رنگُ وارن، ڇڏيو مٽائي آ،
سمجهہ ۾ پر اچي نہ ٿو ڪوئي.

”پريت“ ڇا ٿيو آ هن زماني کي؟
ٽا چِنن سيء، ڳنڍي نہ ٿو ڪوئي.



ڪو يلي چئي سراب پوکي ڇڏ.
تون وڏي ڪجھ گلاب پوکي ڇڏ.

سوچ زرخيز تو اگر چاھين،
سوچ ۾ ڪجھ ڪتاب پوکي ڇڏ.

ڏس تہ دردن کي ڪيئن سجائي ٿي،
اڄ مٽيءَ ۾ کي آب پوکي ڇڏ.

پيار موتي نہ وجي، اکڙين ۾،
ايئن نہ ايڏا حجاب پوکي ڇڏ.

ڪير چاھت کي ڏوھ تو ڪوٺي؟
چاھتون ڪر، ثواب پوکي ڇڏ!

سوال نفرت پريا، انھن جا پي،
پيار سان سي جواب پوکي ڇڏ!



ڍهي ٻيهر ٿهي ويا آهيون!
درد ڪيڏو سهي ويا آهيون!

وڏين اوچائين تي پهتاسين،
تنهنجي دل تان لهي ويا آهيون!

وڙهون ساهيءَ بنا، نہ چئي ڪوئي
حالتن سان ٿهي ويا آهيون!

مجون، آ وهہ ڳڙي حياتي، پر
جيئڻ لئہ ڏس! ڳهي ويا آهيون!

ايئن لڳي زندگيءَ جي نيٽڻ مان،
لڙڪ بڻجي وهي ويا آهيون!

”پريت“ دنيا ڪٿي رهڻ جهڙي؟
پوءِ بہ ان ۾ رهي ويا آهيون!



پاڻ ۾ ناهه پيي ضروري آ!
تورو اُتساهه پيي ضروري آ!

ڳالهه سپنن جي تو ڪري تن لئه
آرام گاهه پيي ضروري آ!

سونهن ايئن خود ۾ نامڪمل آ
سونهن ۾ ساهُ پيي ضروري آ!

ماني، ڪپڙو، اجهو پيي بيشڪ پر،
دل لڳي، چاهه پيي ضروري آ!

ايڏي اڻ تڻ آ چو يلا سائين
ڪجهه تہ ويساهه پيي ضروري آ!

هو آ پٿر جو، چئوس ماڻهو لاءِ
جذبو، دل، ماهُ پيي ضروري آ!



درد هر انسان کي ڏاهي ڇڏي ٿو.
حوصلو ٻيهر وري ٺاهي ڇڏي ٿو.

هڪڙو لمحو پيار جو سچ پچ پرين،
ٽڪ حياتيءَ جو سڄو لاهي ڇڏي ٿو.

جيڪڏهن پل کو پريشان ٿو ڪري،
ٻيو لمحو ايندي ئي اٿساهي ڇڏي ٿو.

زندگي آ روئڻو يي ڳائڻو يي،
آ چريو! پل ۾ ئي دل لاهي ڇڏي ٿو.

سو، پلا جيون ۾ ڪيئن ناڪام ٿيندو،
جو بہ ڪنهن کي هڪ دفعو چاهي ڇڏي ٿو!

وقت نازڪ گل جيان هر ڪنهن وهيءَ کي،
گردش ۾ پنهنجي ڄڻ ڳاهي ڇڏي ٿو.



هي نيت وچ ۾ حجاب ڪهڙو!؟
اسان پو ماٺيو شباب ڪهڙو!؟

اسان ڪيون جو، گناهہ سڄي
ڏسي مگر ڪو، ثواب ڪهڙو!؟

ادا ادا ۾ حسن آ هوندو
ادا ڍڪي جو، نقاب ڪهڙو!؟

پڇن، محبت اوهان ڪئي آ؟
ڏيون انهن کي جواب ڪهڙو!؟

قلم سان جيڪر جڙي تعلق،
آ ڏوهہ ان ۾ جناب ڪهڙو!؟

تو ماٺهو سڄي چڱو ئي هوندو
آ ماٺهو تيندو خراب ڪهڙو!؟



وڏا وائکا کٽ پٽر سوچ جا،
کٽي تا رهن چو ڏکر سوچ جا؟

اوهان کان نہ پيرن جا پنڌ هي جهليا،
اوهان کان ڇا رکيا سفر سوچ جا!

ڀلا ڇو تا ڏسجن پريشان هو؟
جڏهن ڀي تا نکرن ڏکر سوچ جا.

نہ گهٽ ٿئي نہ سورج ئي ساڙي کڏهن،
سدائين ڏکن تا ککر سوچ جا.

ڏنو ريج خيالن سڀي ڀونءِ کي،
ڳٽين ڇا ٿو مورک نگر سوچ جا.

سدا باندي سوچون، سڀئي سوچيون،
تہ کيئن نيٺ ٽٽندا سنگهر سوچ جا.

هي سوچي، پو سوچن کي جهلجهو پرين!
اسان جا اٿئي ذهن گهر سوچ جا!



شناسايون ڏنگينديون هَن.
کي تنهايون ڏنگينديون هَن.

پڄڻ جي ماڳ تي چاهن،
تنين ساهيون ڏنگينديون هَن.

هليا پيارا آهن ويندا،
پنيان جايون ڏنگينديون هَن.

محبت جي تي هارائي،
پو رسوايون ڏنگينديون هَن.

جي ڳالهيون خود يلايوسين،
کنهن ورجايون ڏنگينديون هَن.

”پريت“ جي آس کي ڇڏيو،
نراسايون ڏنگينديون هَن.



لوچ ئي لوچ آ قرار ڪٿي؟
عشق جو پنڌ آبشار ڪٿي؟

تنهنجي دل ۾ جو دل ڏري وينس،
هاڻ جيئندس پرين مان ڌار ڪٿي؟

قيد رسمن جي آهيان لوڙهن ۾
عشق مون ۾ مان ٿيو آرپار ڪٿي؟

چنڊ منهنجي اڱڻ هلي ايندو،
مونکي ايندو هي اعتبار ڪٿي؟.

عمر ساريءَ مان پل نہ پنهنجو ٿيو،
ڪنهن کي اهڙي ڏجي ميار ڪٿي؟

چاهتون ۽ چتائون ساڻ رکي،
تو ڏني اهڙي ڪائي نار ڪٿي؟

عاشقي روح رڳن مان گذري جي،
پونءِ ٻٽبي پيڙ، بهار ڪٿي؟



جڏهن سارا رشتا سجاڻ لڳاسين!
سيئي خواب اکڙين مان چاڻ لڳاسين!

جڏهن پي محبت جا انڪاري ٿياسين،
لڳو دل جون ڌرتيون وجائڻ لڳاسين.

مليا جو سين کي گلابن جا تحفا،
اسان لڙڪ پنهنجا لڪائڻ لڳاسين.

جڏهن پي پرينءَ تي ڏکيو وقت آيو،
اسان ڇو اندر ۾ وسامڻ لڳاسين؟

جڏهن محفلن ۾ پي تنها رهياسين،
ته يادن سان محفل مچائڻ لڳاسين.

نه دعويٰ ڪا الهام جي، پر پري ڪان،
اهو درد، سچ پچ سجاڻ لڳاسين.

محبت جو ڪيڏو تو مقدار گهرجي،
پڇو هن ته، بس مُسڪرائڻ لڳاسين!



پاڻ گهائي ڇا ڪنداسين!؟
جي جلائي ڇا ڪنداسين!؟

سُتت ئي هن جو پڇايون
پو پڇائي ڇا ڪنداسين!؟

بي دلين جو ديس آهي
دل لڳائي ڇا ڪنداسين!؟

اڄ تُنهن جا يار سڏجون
پو سڏائي ڇا ڪنداسين!؟

مُلهه تي مٽي ڪپائي
يونءِ لڄائي ڇا ڪنداسين!؟

سمنڊ جيڏو سور سانديو
ها! ٻڏائي ڇا ڪنداسين!؟

پيو هلي دهمان دڙڪو
گيت ڳائي ڇا ڪنداسين!؟

ويڙهه جون واٽون ڀُلائي،
سُک پائي ڇا ڪنداسين!؟



ڪا نہ وس ۾ اسان جي آهي دل
پيار تو سان ڪرڻ ٿي چاهي دل

نينهن ڇُلندو رهي ٿو سمنڊن جان
ڪو تہ ديوانو تنهن ۾ لاهي دل

پيار ماڻهوءَ کي پيو گهڙي ناهي
تو وڏي ڪنهن کي، ڪنهن جي ڳاهي دل

تو سان دل ٿي وئي اسان جي آ
۽ چيو تو، "ٻڌاءِ ڇا هي دل"؟

هو جو پٽ ڏئي آ پيار کي بينو
سمجهو! سيني ۾ تَنهنجي ناهي دل



کيترو غم سهي وئي آهي.
سچ جان دل لهي وئي آهي.

جنهن مٿان تاج محل هو اڏيو،
سا تہ جيئري ڊهي وئي آهي.

هِير تو کي جا آ، چُهي آئي،
ساهہ ۾ جڻ لهي وئي آهي.

جنهن گهڙيءَ توکي بي قرار ڪيو،
پهرين مون وٽ رهي وئي آهي.

هوءَ حياتي کي کهڙو نانءُ ڏئي،
ڳاهہ آ سا، ڳهَي وئي آهي.

ڪائي وک وک تي نوکرون هاڻي،
درد سان دل نهي وئي آهي.

ڪيئن جوين آ هن جو گذريو، جڻ
واري مُٺ مان وهي وئي آهي.



ايترا چو پيا جهان ڳوليو؟
ڪيس پنهنجو ئي پاڻ مان ڳوليو!

هي آ مقتل ڪدي جيان دنيا،
اوهان تنهن ۾ پيا مهربان ڳوليو.

درد گهٽبو تہ ڪجهہ رجهي پوندو،
روح جو ڪوئي رازدان ڳوليو.

هي سيئي اڳ لڳي چڪا آهن،
هاڻ الزام ڪي نوان ڳوليو.

آ رهيو پيو اوهان ۾ صدين کان،
اوهان تنهنکي بہ پيا اجان ڳوليو!

جُز ۾ خود خدا وسي تو پيو،
چو زمينون ۽ آسمان ڳوليو؟

سچ جي راهہ تي هلڻ چاهيو،
۽ پيا رستا سيئي سنوان ڳوليو!



اکيون قيد خانن جون راهون نهارن
اسان جون انهن ڏي نگاهون نهارن

ڏسڻ تي جي پئجي وڃن بندشون تيون
کلن سوچ ڳڙکيون، اتاهون نهارن

وري پئتي نِيرن ۾ جهنکار ٻڌجي
وري تن ڏي پنهنجون هي ٻانهون نهارن

سندن آهي هر کائي حس جڻ مري وئي
ٻڌي کهڙيون مظلوم دانهون نهارن!

امر سي ئي تاريخ ۾ تا رهن جي
کڙيل پير پو پيي پرانهون نهارن!

سدائين چو هيٺن جي ڌرتي تي آخر
تا ڏاڍا کرڻ لاءِ کاهون، نهارن

آ ماڻهوءَ جو کهڙو نسل ٻولي مذهب
کي ماڻهو انهيءَ کان متانهون نهارن

سدا "پريت" پيرين اگهاڙين پنڌن ۾
کتي پيار تو ڏانهن پناهون نهارن



ڪڏهن انڪار جي موسم.
ڪڏهن اقرار جي موسم.

نہ تي آ جيت عرصن کان
هلي پئي هار جي موسم.

سدائين قيد خانن ۾،
رهي اظهار جي موسم.

چو تيندي مختصر آهي؟
وصال يار جي موسم.

ڏسون محبوب جي پر کو،
۽ ڪنهن لاءِ دار جي موسم.

سدائين آ پئي وٽندي،
پرينءَ جي پار جي موسم.

اسان ڏي پيار جي، تو وٽ،
رڳو واپار جي موسم.

سڄو ئي سال ڇا هلندي؟
صنم جي سار جي موسم.



ڪول ٻانهن ڪي پيار ڏي مونکي.
اوت جانا! خمار ڏي مونکي.

آءُ تحليل ٿي وڃان تو ۾،
اڄ تہ هيءُ اختيار ڏي مونکي.

ڄڻ تہ ڪا ڄر اندر ۾، پئي پڄران،
آ گهڙيا جان، قرار ڏي مونکي.

تون ٻلي هڄ سراپا ٻئي ڪنهن جو،
مان گهران "دل ديار" ڏي مونکي.

مان ڪيان عمر ڀر اتي گردش،
پنهنجي من جو مدار ڏي مونکي.

ساهہ سان سڄ، سڄو سنڀاليندس،
او! پرين پورو پيار ڏي مونکي.



صورتون ڪيتريون پيا مٽجو.
آئينا پر ضمير جا ڏسجو.

هر نئون خواب قيمتون گهرندو،
هر نئون خواب خيال سان ڏسجو.

پيٽ تو خيال ۾ خلل آڻي،
ڪيئن حَل ٿئي هي مسئلو پنهنجو

پيار ڪان وڏ نہ ڪا عبادت آ،
منهن جي هي سنگِ لحد تي لکجو.

ماڻهو، ماڻهوءَ کي ماپي مايا سان،
ڪيئن هلي پيو زمانو هي اڄ جو.

بک ۽ ڏک نہ مسئلو هُن جو،
هو رکي پيو حساب سجدن جو!

جي نہ دشمن، سڄڻ سڃاتوسين
سنڌ سڏبي دڙو پو موهن جو.



پرينءَ جي پار مان نڪتل،
لڳو سنسار مان نڪتل!

پڄي ويو روح تائين ، جو
هو جسمن چار مان نڪتل!

ڏئين تنهن کي پيو دڙڪو،
جو آهي دار مان نڪتل!

جيئڻ ئي ڪو نہ تو چاهي،
صنم جي سار مان نڪتل.

سڄو سنسار جيتندو،
جو آهي هار مان نڪتل.

اڃان تائين لڄي تو پيو،
نگاهِہ يار مان نڪتل.



ناهن دل جا قول ڪڙيا جي چا تي پيو!؟
سارا رشتا سرد مليا جي چا تي پيو!؟

دل ۾ هر دم نينهن جو نغمو گونجي پيو
وسريا سڀ آلاپ ٻيا جي چا تي پيو!؟

دل جي جئاني، عمريون ڪو نہ ڪسي سگھنديون
چاندي، چاندي وار ٿيا جي چا تي پيو!؟

پيار ۾ هو مدهوش سراپا ڏسجي پيو
پنهنجا ٻيي ڪجھ پير ٿڙيا جي چا تي پيو!؟

هن جي گهر ڏانهن ويندڙ رستو ياد رهي
گس سمورا ٻيا وسريا جي چا تي پيو!؟

روح اڪيلو هن جو آهي صدين ڪان
هٿ ۾ هٿ هي ڪوڙ مليا جي چا تي پيو!؟

سمجھ، عقل ٻيي ڪاتي هَن ڀلجي ويندا
پنهنجا گر ڪجھ خواب ڀليا جي چا تي پيو!؟

هڪ پل مونکي پانءِ سجايو ٿئي جيون
سارا پل پو يار ڇٽيا جي چا تي پيو!؟

”پريت“ اسان جا گيت گلابي رهڻا هَن
رنگ نہ جيون منجھ پريا جي چا تي پيو!؟



سدا امتحان ۾ رهيون محبتون!
اسان کان پڇو ڪيئن ڪيون محبتون!

هوا ۾ ڪو احساس ٻٽجي گهليون،
اسان ساهه ۾ سپ ڪنيون محبتون!

زمانن ڪي محبت آ ميجرائيو،
زمانن ڪڏهن هيءُ ميڃيون محبتون؟!

ڪڏهن پيار جو چڻ ڏڪر ڏيهه ۾،
ڪڏهن تي نديون هيءُ وهيون محبتون.

ڪنا ڪانڌ ڪارا، ۽ ڪاريون به ڪئي،
مگر ڪو نه ڪُسجي سگهيون محبتون.

بنا نينهن جي ڪجهه ڏسن ڪو نه ٿا،
اٿئي عاشقن جون اکيون محبتون.

اوهان "خود" ڪي محبت جي رنگ ۾ رنگيو،
اسان جي اندر ۾ لٿيون محبتون.

نه ڪو مال دولت چنديئون پاند ٿا،
اسان وٽ ڏسو هي رڳيون محبتون.



اوسيئڙا ۽ آرَ چڙي ڏي.
پاڇولن سان پيار چڙي ڏي.

ساجن آيو جوين موٽيو
کهڙي هاڻ ميار، چڙي ڏي!

تي وئي تارئون تار محبت
تي ويندو اظهار، چڙي ڏي!

تنهنجي حلقي منجهه فرشتا
۽ مان گنهگار، چڙي ڏي.

آخر تون ماڻهو ئي آهين
ڪٽندي ڪيڏا بار، چڙي ڏي.

ايڏو پيار محبت هوندي،
ڪو جي تئي تو ڏار، چڙي ڏي.

مند ملڻ جي محبوبن سان،
ويڙهيا تئي ڇو وار، چڙي ڏي.

ڦاٽي آهه ڪتي آزادي،
وجهندي ڪيڏا ڄار چڙي ڏي.

پلجي پيي نہ ڇوي ڪو مونکي،
”پريت“ پرينءَ جو پار چڙي ڏي



پٽڙ کان تون پيار گھرين، تو.
بي جا تين نروار، گھرين تو.

ماٺھو ڏاڍو مورک آهين،
توهر کان تڌڪار گھرين تو.

بادل کونہ جھڙو ايندئي، جو
واريءَ تي وسڪار گھرين تو.

تورو سوچ سهي او! ڀِلا
سنگھر کان سهڪار گھرين تو

تون بہ سهي، چڙ تڪجي پيو آن،
دردن لئہ جو دار گھرين تو

خوش تي کينئن گذاري سگھندين.
سک ۾ جو سنسار گھرين تو.



سچ پچ سندر رات وئي ٿي.
پيار ڪندي پربات وئي ٿي.

مون ٻه چيو، هو يي سمجهي ويو،
ڪونه چُريا چپ، بات وئي ٿي.

هو ته ويو گهائي پر، پويان
چڻ ته ڏهوٽي ڏات وئي ٿي.

ڪونه اثر دردن ۾ آ، يا
دل نهري ڪا ذات وئي ٿي.

پيار ڪرڻ وارن جي آڏو،
هر سختي سوغات وئي ٿي.

"پريت" نه پيار پتو خود کي، ڪينئن
وائي هر ڪنهن وات وئي ٿي.



جذبا پارا پار تي پيا.
ڏکيا هٿ گذارا تي پيا.

ڪوڙو چمڪو جن موتين ۾،
هوا لڳڻ تي ڪارا تي پيا.

جنَ تي ڏاڍو مان ڪيوسين،
تن جا قرب ڪسارا تي پيا.

جڏهن به چاهن من کي گهائن،
درد به هن وس وارا تي پيا.

آهه وڃي ڪا اپ سان ٽڪري،
زخمي چنڊ ستارا تي پيا.

هن جو نيڻ ڪنئيا، ايئن پانيو،
واريءَ تي وسڪارا تي پيا.

سچ جي شڪتيءَ سان شاعر جي،
گيت چيا، سي چارا تي پيا.



چاهتن کي او! پرين مبهم نہ ڪر.
درد گهائي تو گهٽو برهم نہ ڪر.

گهاوَ سڏ ڪن تا ريجهائج سانت سان،
چاندني چنچل نہ تي چم چم نہ ڪر.

شوق مان گلڙن جو ايئن انگ چمي،
ايترو جذباتي پي شبنم نہ ڪر.

اک بچائي، لڙڪ پنبڻين مان اگهي،
چئي ويو آ ”خوش گذارج غم نہ ڪر“.

جڻ وڏي لونءَ لونءَ چڏي آلاپ تو.
لئي ڏئي لفظن کي تون سرگم نہ ڪر.

ڪَئي قڻن لئہ گيت تا بڻجن پها،
ڏات گهائي ذيان تون مرهم نہ ڪر.

دل جي دروازي تي ڏس دستڪ ڏئي،
پاڻ پاسي تي ايئن پريتم نہ ڪر!



اڀ سان اورڻ هاڻ سگهيو آ.
ڏک کي ڏورڻ هاڻ سگهيو آ.

ڏاڍ آيو ڏمري آ، تنهنجي،
ٻک ۾ ٻولڻ هاڻ سگهيو آ.

گوندر گهور وجهي او جيڏا،
سک کي سورڻ هاڻ سگهيو آ.

لڇي لڇي تکجي، جوڀن کي،
تنها چوڙڻ هاڻ سگهيو آ.

پل کو ٻيي نہ پرولي رهندو
کن کن کولڻ هاڻ سگهيو آ.

ڀهرين رهندڙ ڇڏيو روکي تي،
ڊپ ۾ ڊوڙڻ هاڻ سگهيو آ.



تند تپي ڪا سانت ٽُٽي پئي.
ديپ جلي ڪو، رات ٽُٽي پئي.

سار اها جا، پل ۾ سامهون،
ساجن پهچي، تات ٽُٽي پئي.

سور نہ ڪر سنگسار ايئن جو،
سپنن جو محلات ٽُٽي پئي.

جذبو جي اڏڙيو، ٽوپيو ويو،
پر نہ اسان جي ذات ٽُٽي پئي.

سٺ سٺ ۾ امرت اوتيون جو،
زهر سندي ئي ذات ٽُٽي پئي.

ڪيڏا ڏات ڏئي ڏي، تنهن ڏينهن،
جنهن ڏينهن تي جذبات ٽُٽي پئي.



ڪا جي سار اچي ويندي آ.
تي پو رات ڏکهي ويندي آ.

پير رکڻ سان واٽ پتو پئي،
سوچن ۾ ته سڌي ويندي آ.

چارا چائنٽ اوهان جي ڪٽندا،
ساگر ڏانهن ندي ويندي آ.

پيار ڪپي بي انت اسان کي،
سڪ توري ته ڪپي ويندي آ.

ايئن ڪو چنڊ چتائي ڪاتي،
صورت ڪا ته وڌي ويندي آ.

جيون پيو جرڪي ڪوتا ۾،
مٺي ماسَ، وڌي ويندي آ.



رهندي هري ويا آهيون خيالن جي ميڙ ۾.
گهبرائجي وڃون ٿا ماڻهن جي ميڙ ۾.

هُن پيار هو ڪيو بس، دنيا ۾ ايئن لڳو،
پاڳل اچي ويو ڪو ٻارن جي ميڙ ۾.

چرڪي پئي هي ڪيڏو آئيني جي هوءَ اڳيان،
گوري تي اک پئي جو، ڪارن جي ميڙ ۾.

حيلا گهڻئي هلائي آخر ۾ پياسين ٽڪجي،
ساڀيان ڪنيو نہ گهونگهٽ، خوابن جي ميڙ ۾.

پئي جو نظر پرينءَ تي محفل ۾، ايئن لڳو،
چنڊ هو ڪو چڻ وهيءَ سان تارن جي ميڙ ۾.

ير مان تہ ويو هو گذري چپ چاپ پر پنيان،
تيلي آ چڻ ڏئي ويو ڪانن جي ميڙ ۾.



دل جي ڌرتي اجڙي ويئي.
جڻ هر بستي اجڙي ويئي.

مرڪ املھ هئي جيسين، مهڪي،
تي جو سستي اجڙي ويئي.

ماٺيل پيار ورهايل نڪتو،
من جي مستي اجڙي ويئي.

جيئن يانيا رهبر ويڳاڻا،
ساري شڪتي اجڙي ويئي.

مايا ڏانهن مڙيو، جيون جِي،
سي سرمستي اجڙي ويئي.

صديون "پريت" سفر ۾ هئي ڪا،
پيار نہ پهتي، اجڙي ويئي.



ايئن ڪون چئون تا سهارا ڪپن تا.
رڳو ڳڏ هلڻ لئہ ڪي پيارا ڪپن تا!

نہ مليو آ سولو ڪڏهن پيار، ان لئہ،
سوين گوندرن سان گذارا ڪپن تا.

سندو وقت جو سمنڊ جهاڳي پيو تڪجي،
هاڻي تات ترهي ڪنارا ڪپن تا.

سڪي نوٽ تي وئي آهي دل جي ڌرتي،
هاڻي نينهن نديءَ ۾ ڪي گهارا ڪپن تا.

نہ ئي موت ۾ موهہ منتن سان ملندو،
نہ ئي پيار ڪنهن کي اڌارا ڪپن تا.

اسان توڙ تائين گهريا سات ڪاتي،
پلن لئہ سهي پر سگهارا ڪپن تا!



هڪڙو پيارو ماڻهو جيون ۾ مان گذريو هو.
سياهه ڪڪر کو بنا وسئي ڇڻ ٿر مان گذريو هو.

علم سمورا پاڻيءَ جيان ڇڻ پئي پيتائين پر،
پاڻ ٻُلي ويو جنهن پل عشق اکر مان گذريو هو.

سپنو هو يا هئي ساڀيان ڪجهه ياد نه پورو آ،
هڪڙو پاڇو هو جو دل جي در مان گذريو هو.

جهٽ ۾ ڪيئن لهي هو من جي پاتالن ۾ ويو،
ڳالهه ڪلهوڪي آهه، اڃان ته نظر مان گذريو هو.

هو ته ڏنگو ڏونگر جيان هو ڪيئن ميڻ هو ٻڻجي ويو،
ڪونه پتو پيو ڪنهن پل پيار پٿر مان گذريو هو.

هير ڪٿي آئي خوشبو ڪجهه ڄاتل ڄاتل آ،
شايد اڄ هو منهنجي هن ئي شهر مان گذريو هو.

جيون ۾ ”هو“ خواب ٻلا هي ڪيئن ٻُلي سگهندو،
هٿ ۾ ڪنهن جو هٿ هو، نينهن نگر مان گذريو هو.



سمنڊ چلي ساحل سان اوري.
پير پٿون پايل سان اوري.

ڪيڏا درد سمائي نڪتو،
وهندڙ ڳوڙهو ڳل سان اوري.

شاعر ساري رات سَنو جو،
هاڻ پيو محفل سان اوري.

جوڀن ۽ جئانيءَ جون ڳالهيون،
پيلو پن پوسَل سان اوري.

تنها ”پريت“ جيئي تي پوءِ پي،
گذري ٿو، تنهن پل سان اوري.



تن من ۾ ڪا تان وڌي آ.
اکڙين ۾ آلاڻ وڌي آ.

سچ پچ مون تہ نہ هي چاهيو هو،
سڪ جي ڏاندي پان وڌي آ

ٽارچر سيل جيان، جوين ۾،
جذبن جي رَت چاڻ وڌي آ.

ڪنهن جا گهاوَ وري ٿيا تازا،
چوڏس جو سرهاڻ وڌي آ.

زخمي پير ٿيا جهاڳيندي،
موت ۾ ها! ڪجهہ ڄاڻ وڌي آ.

”پريت“ آ ڳالهہ ڪئي گهري جو،
محفل ۾ مانداڻ وڌي آ.



ڪجھ ڪجھ سندر خواب اکين ۾،
باقي سارا آب اکين ۾.

چقمق وانگي چاهت آڏو،
رهندا ڪيئن حجاب اکين ۾.

اک اک جي پنهنجي ڏسٽي آ،
ڳڏ ڳڏ سمنڊ، سراب اکين ۾.

ڳولين پيو کهڙي ڪاغذ تي،
سارا نينهن نصاب اکين ۾.

ڪيئن ساريون سَتُ، نيڻ ڪٽن جو،
ڪجھ تہ گھٽايو تاب اکين ۾.

عمر! وهامي وچ تہ پلي وچ،
سانديا ڪوڙ شباب اکين ۾.



چمڪي چمڪي تو من گھائي.
چنڊ ڪي چئو ڪا چولي پائي.

سرت ۾ سوچ ڪسي جا، سرتي!
”ڪا“ نہ منڊي اهڙي ڪا پائي.

پاڻ سان ويڙهہ وڙهي پو جھولي،
ڪو آڏو ڪنهن جي ڦهلائي.

ماڻي سوپ اهو ڪِوتا ۾،
جو ساڙهيءَ ۾ سمنڊ سمائي.

ماڳ ماڻا وڏندا ويا، مرهم،
ڪير پٽن تي زور لڳائي.

چئو ”هُن“ ٻئي جو عڪس چنڊ لئہ،
مون اڪ پتليون ڪين وجائي.



تنهن جي نيڻ نهار او! سپرين
جڻ ته وهيءَ تي وار او! سپرين

ڪا ڪا جيت به جڻ ڪُڪُندي آ،
ڪا ڪا سندر هار او! سپرين.

ڪو نه گهٽيون گهرجون آهن، بس،
ڪجهه ٻانهن جا هار او! سپرين.

اکيون جو ارڏن سان اڪڙيون،
ڪهڙا هاڻ قرار او! سپرين.

روح جون راهون روشن ٿينديون،
ملندا جي چپ چار او! سپرين.

هاڻ اوهان جي آهه هٿن ۾
مون مَنَ جي ته مهار او! سپرين.



سورج ڏانھن چتايو ڇو تا؟
هرجائن کي چاهيو ڇو تا؟

پاڻ ٻڌائي ست رنگ پوپٽ،
شاعر کي الجهايو ڇو تا؟

لفظن مان هتيار کو نھندو!
گيتن کان گھٻرايو ڇو تا؟

جن کان تنھنجي وات وئي وسري،
تن لئي نيڻ وڇايو ڇو تا؟

مس مس نيڻ ڪنيا سَتُ ساري،
هاڻ اوهان شرمايو ڇو تا؟

پنھنجو تيٺو ناھ "هو"، هر هر
ڳالھ اِها ورجايو ڇو تا؟



هر پاسي لڙڪن جون ڳالهيون.
ڪجهہ تہ ڪيو ٿهڪن جون ڳالهيون.

هاڻ سهڻ ڪان زور ويون ٿي،
زنگ لڳل ذهنن جون ڳالهيون.

تنهنجي لئہ ڪوتائون، پر هن
باغي ڪجهہ جذبن جون ڳالهيون.

سايبان ڪانہ سَني ڪنهن ڪان ٿئي،
پڇو وري سپنن جون ڳالهيون.

اڪثر اڪ پرجي ايندي آ،
ساريندي جوين جون ڳالهيون.

"پريت" پلا نهنديون آهن، چئہ
پيار ۾ ڪي پردن جون ڳالهيون.



جي تيون شعرن ۾ جدتون گهرجن.
ڏاڍيون سوچن ۾ شدتون گهرجن.

نيڻ مس تا سُکن، وري آلا،
اجان مرڪڻ لئہ مدتون گهرجن.

آس ميجتا جيئ تا رکن، سچ پچ،
ڪونہ شاعر کي شهرتون گهرجن.

پاڻ ئي ايندا، حجائتا آهن،
ڪين دردن کي دعوتون گهرجن.

گهاوَ گهرا بہ تا وجن پرجي،
ٿورڙيون بس محبتون گهرجن.

"پريت" سچ پچ بڌاءِ چا توکي،
رڳو ڪاغذ سان قربتون گهرجن؟!



مجون وٽندڙ گلاب جي خوشبو!
ڳالھ پر ٻي شباب جي خوشبو!

ڪونہ چاتئہ تہ آ پڳي ڪا ٿي،
ڇري! تنھنجي حجاب جي خوشبو.

پيار ڪي ڏوھ سڀ چون، مون ڪي،
آئي ان مان ثواب جي خوشبو.

زندگي جڻ ڪتاب آ ڪوئي،
پنھنجي ھر ڪنھن آ باب جي خوشبو.

ڇھرو پيارا اجان لڪل پويان،
واسيو جنھن، آ نقاب جي خوشبو.

”پريت“ بس تورڙو ڪيو ھيڏي،
ڏسون ڪينئن آ شراب جي خوشبو!



پنهنجي ڪنڌ لئہ ڪاتي بڻجون.
چو اھڙا جذباتي بڻجون؟

اتي ڪري ھو سور سواڳت،
اچو سيئي سا ڇاتي بڻجون.

چو سڏجون پوپاڙيءَ پاڇا،
پل ڪوئي پرپاتي بڻجون.

دل ڌڙڪي پئي، مرڪ نچي پئي،
آ تہ خوشي اُٻجاتي بڻجون.

لونءَ لونءَ ڌرتيءَ جي آڳمجي،
موسم سا برساتي بڻجون.

وجي تات ۾ چنيچڻ وسري،
اڪ اھڙي ڪا آتي بڻجون.



اچي خلوت ۾ خواب ڏيندو آ.
ڪو ڪو چهرو عذاب ڏيندو آ.

جڏهن ملندو آ، ڳالهه وچڙڻ جي،
سمنڊ آڇي سراب ڏيندو آ.

جتي پلبو آ پيار، هو ظالم،
انهن اکڙين کي آب ڏيندو آ.

ڪيڏي چڪ چهاءُ ۾ سندءِ چئجي،
ڇڏي مُکُ هيءُ حجاب ڏيندو آ.

روز سوچيون "هو" لاهجي دل تان،
روز جيءُ هي جواب ڏيندو آ.

بنا مطلب جي دوستو پانئيان!
قرب بس هيءُ ڪتاب ڏيندو آ!



چا چئجي سندر چهرو هو.
شام جو ڪو منظر، چهرو هو.

ٻاهر چڻ تہ سنڌوءَ جان پيارو،
سمنڊ جيان اندر چهرو هو.

پل ۾ نقش ويو تي دل تي،
سچ پچ ڪو ڪافر چهرو هو.

پونئر ٻٽيون ساعت ۾ سوچون،
گل جان هو معطر چهرو هو.

پاڻ تہ چڻ هئاسين ساحل تي،
سڪ جو هو ساگر چهرو هو.

رم جهم چڻ ساونڻ جي، ڳالهيون،
اڄ ۾ ڄڻ تہ ڪڪر چهرو هو.



ڪٿي ٿا ڇئون پنهنجو نالو ٿئي.
اسان جي ڏکن جو ازالو ٿئي.

وڃي پل جلي آخري رت ڦڙو،
آ مقصد تہ جڳ ۾ اُجالو ٿئي.

ويو ٿي جو ٿمنار تڙپي ڇپَن لئہ،
ڪٿي ٿو اسان جو سو پيالو ٿئي.

ملون جي پرينءَ سان، مٿان سوچ ساٿي،
ٿو اپ يي اگر جي جُهڙالو ٿئي.

رهيو سات جن جو قلم ڪاغذن سان،
ڪنئيو ڪين تن ڪان ٿو پالو ٿئي.

وهن نيڻ سي ڪنهن نديون نير واريون،
چاهي "پريت" ڳل ٿو جي آلو ٿئي.



نيڻ بٽيا چڻ ڪورا پنهنجا.
خواب جلن پيا پورا پنهنجا.

تنها ڪينئن چوين تو مون کي
شاعر دوست سمورا پنهنجا.

وقت وکون ڪيڏيون پي تڪڙيون،
رهندا نينهن نڪورا پنهنجا.

جيون سارو هون جاڳيا تہ بہ
ڪونہ ڇپَرَ ٿيا ڳورا پنهنجا.

خوش ٿي ڪينئن گذاريون، ناهن،
دل جا ڪاغذ ڪورا پنهنجا.

"پريت" پلا هت ڪيسيتائين،
رهندا خواب اڌورا پنهنجا.



جيون جو چا حاصل آهي.
هرڪو ماڻهو گهايل آهي.

پيار جي ڪشتي ترندي جيڏانهن،
درد ئي تنهنجو ساحل آهي.

سهڻو ڪئن نہ لڳي ھو سپ ڪان،
نيٺ اسان جو چاهيل آهي.

مند ملڻ جي آئي، هلي آ،
نيڻ پريو هن ڪاجل آهي.

سمنب سڄي جي آڇ ڪيو ڪا،
ڏاڍو عشق اجايل آهي.

ڊوڙي پئي پاڇن جي پويان،
”پريت“ چون تا پاڳل آهي.



اوهان جي اکين ۾ اداسيون پرين!
ڇڏيوسين پڙهي، تو نہ باسيون پرين!

اوهان جاڳ اوتي ڇڏي اينئن اکين ۾
جو وسري ويو ننڊ راتيون پرين.

نهڻ کان ڍهڻ جي کهاڻي لکڻ لئہ،
کپي ونديون پنهنجون نہ ذاتيون پرين.

پنهنجا سينا دردن کي آڇن پيا، کي
اجا تا رکن اهڙيون ڇاتيون پرين.

اها چاهتن لئہ عمر توري ڏسجي،
انهيءَ لاءِ گهرجن حياتون پرين.

لاهي ليکا چوکا سيئي پنهنجا آخر،
ڏئي "پريت" کي ڇڏجو پاڇيون پرين.



جيڏا پيا تا چمڪن ستارا گگن ۾
چڪن چاڪ ايڏا اسان جي بدن ۾

وڇوڙي جو ورجاءُ ٻڌندين پلا ڇا
ڪتي قربتون هن اسان جي قصن ۾

نہ ئي انت پنهنجو اسان کي ڏيو تا،
نہ تا پاڻ رڳجو اسان جي رنگن ۾.

ڇڏيا سمنڊ اوتي رَهي تشنگي تہ ٻہ،
پنيل پياس آ ڪا اسان جي ڇپن ۾.

ڇڏيو ايڏي آواز ۾ مَٿُ پري جو،
اجان سحر طاري اجان هون نشن ۾.

هجي ڏور ڪيڏي بہ منزل نہ تڪجون
اگر واٽ ساري هجي هٿ هٿن ۾.



منهنجون جي رچنائون آهن.
محبت جون معنائون آهن.

پنڌ ڪري جي پار پون ٿا،
گهرندا ڪونہ دعائون آهن.

تون نہ ڇُهين جيسين، هي منهنجيون،
ڪنواريون سڀ ڪوتائون اهن.

پيار ڏياٽي رڪئون تہ ڪاٽي،
ڏاڍيون تيز هوائون آهن.

ڏات ڏنيي هر رات اسان کي،
ڪيڏيون سرس سزائون آهن.

جڏهن هليا وياسين تہ ٻڌوسين،
پويان "پريت" پڇائون آهن.



چهرا کوڙ چتائن جهڙا.
کي کي چهرا چاهڻ جهڙا.

پيا پڇون پڇرون کاتي هن،
ماڻهو راز ٻڌائڻ جهڙا!

کين پڇو، ناهن هوندا کي
پيارا خواب ٻڌائڻ جهڙا!

جن جي دل اتکي، رهندا هن
کاتي پو سمجهائڻ جهڙا.

کيئن آهن ڳالهائي ويندا،
ماڻهو لفظ ڏکائڻ جهڙا.

”پريت“ آ لکندي هرکا شي پر،
پيار ئي کين لکائڻ جهڙا!



دل نہ هاريو ڪوڙ آهن زندگيون باقي بچيل.
بات ڪي لوڏڻ لئہ آهن روشنيون باقي بچيل.

ايئن نہ چئو سنسار مان ڄڻ وئي اڏامي هرخوشي،
جي حصي منهنجي ۾ آيون هن خوشيون باقي بچيل.

جنهن ۾ تي چهرو ڏٺي سو آئينو ٽوڙي ڇڏيئي
پر اجان آهن اندر جون آرسيون باقي بچيل.

ايئن لڳو ڄڻ ماس ڪوري آ ڪوئي لاهي ويو
ڏاڍ جي ماريل ۾ آهن ڪجهہ هڏيون باقي بچيل.

ڇو پلا هت چيز ڪائي روح ريجهائي نہ ٿي،
ڏِ ڏئي وئي ڳالهہ هِن تنهنجون چميون باقي بچيل.

سنگهرون پيرن وجهي سمجهين تہ سڀ ڪڙجي ويون،
پر اجان هِن "پريت" پاريون نينگريون باقي بچيل.



آس هُن جيءَ ۾ تيون اکيون جاڳن.
رات ساري نہ هن سُتيون، جاڳن.

ڪال ڪوتا جو ڪينئن پلا تيندو،
ڏات ڏيئڙن ۾ تيون وتيون جاڳن.

پيار پنهنجو هي پار پئي جيسين،
شال وچ ۾ نہ ڪي وتيون جاڳن.

پل تہ جيون سڄو اکيون ٻوٽي،
توسان گذريون جي ڪجھہ گھڙيون جاڳن.

ڪونہ جهلجن تيون خواهشون، جنهن پل،
اڇي رڳ رڳ ۾ تيون چتيون جاڳن.

راند اکرن سان پيا سيئي ڪيڏن،
سٽون لکجن اُهي، صديون جاڳن.



جذبن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟
سوچن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟

اک ٻوٽڻ کان پوءِ اچن تا،
سپنن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟

پيار جي چيچ جھلي هلندا هن،
دردن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟

خوشبو آ چڙواڳ وئي تي،
پونئرن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟

گل جي پر ۾ اجها اڏڻ کان،
خارن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟

سونهن ئي سونهن ڏسي چوپاسي،
نيڻن کي جھلجي تہ يلا کينئن؟



خار وچايل سارا رستا.
ڪونہ چڏيا تہ بہ پيارا رستا.

هلندو نيٺ پڄي پوندو آ،
ڏِ ڏين ويچارا رستا.

پنڌ پلائيندا، ناهن هي
تو جيان سڀ ويسارا رستا

لونءِ لونءِ ماڻهن آهہ لتاڙي،
دانهن ڏين دکيارا رستا.

قرب ڪوهيڙي ۾ جي پٽڪيا،
تن لئہ هاڻِ سهارا رستا.

”پريت“ ڪيا جي پنڌ، ڏسيندئي،
تو در پهچڻ وارا رستا.



ڪي ماڻهو لفظن سان ڪيڏن.
ڪي پيا تا جذبن سان ڪيڏن.

دل ڪي چاهه چتا جن چاڙهيو،
چڏيو تہ پل شعلن سان ڪيڏن.

پتو نہ، آهه عبادت يا سپ،
تسبيح جي داڻن سان ڪيڏن.

وياج وجهي ملهه پاڻ پريندا،
جي پيا تا لمحن سان ڪيڏن.

پونءِ پلا بخشيندي ڪيئن تن،
جي پيا تا نعرن سان ڪيڏن.

جن ڪي ڪون سنڌو سايان ڏئي،
"پريت" پيا سپنن سان ڪيڏن.



اگر جيئجي تو ڪنهن جي ڪاڻ سنو لڳندو آ
ڇڏيون ارپي جي پنهنجو پاڻ سنو لڳندو آ

دل تي چاهي تہ رکو ڳالھ هلي پئي هن جي،
هجي تنقيد يا واکاڻ سنو لڳندو آ

آهي سندر سنڌو ندي تہ سموري پوءِ ٻيي
چو المنظر تان وڌ مهراڻ سنو لڳندو آ؟

ملي هن ساڻ جو بيهندا هون آئيني آڏو،
تڏهن ڪيڏو نہ پنهنجو پاڻ سنو لڳندو آ

پيار ڪيڏو سهي هي رشتو اهڙو آ جنهن ۾
رهي توري اگر ڇڪتاڻ سنو لڳندو آ.

وقت تنها بہ ڇڏيندو آ ڪاتي پهچائي
پيارو آ همسفر جي ساڻ سنو لڳندو آ.



سرت ۾ ايئن سفر آ گذريو
ذهن ۾ ڄڻ محشر آ گذريو

رڳ رڳ ساڻي، درد جو شايد
لونءَ لونءَ مان لشڪر آ گذريو

هاڻ بہ عڪس ڇٽا سپني جا،
اکڙين مان تہ اسُر آ گذريو.

دل جي سيج نندڙن خانن مان،
مشڪل ساڻ صبر آ گذريو.

هڪڙو کهرو اکر بہ تنهجو،
ڪائي تي ڪنڪر آ گذريو.

هن جو نانءُ وٺڻ "هن جو" ڄڻ،
بت رهڙي ڪو سَرُ آ گذريو.

ڪونہ ايندي نند ڏينهن بہ تي ڪي،
هو جو ايئن مون پر آ گذريو.



چاھ چيڙن مان جو چڪي آيو
چين تنهن کي نہ پيو، رتي آيو

مٺيون پل ۾ هون موسمون جنهن پل
هٿ هٿ ۾ ڏڪي ڏڪي آيو

پياس ڪيڏي ۽ بخت ڇا چئجي،
آيو بادل تہ، پر وسي آيو.

سڪون ڪيئن ڏئي ڪو گھر ڀلا ان کي،
نينهن نيڻن ۾ جو ٺڪي آيو.

ڳولا هُن جيءَ ۾ من رليو، باقي
سهپ سورن جي ڪجھ سکي آيو.

پرين پاڳل ڪي، جَي ملي، چئجو،
”پريت“ سان ڀي آ ڪو رسي آيو.



چوڏهين جي چانڊاڻ ڏني تئي!
موج، اندر مهراڻ ڏني تئي!

اجان تہ پيو لفظن کي ماپين،
تن ۾ ڪيڏي تاڻ ڏني تئي!

گل ۾ خوشبو ڳالهہ پراڻي،
سوچن ۾ سرهاڻ ڏني تئي.

جذبن ۽ سوچن ۾ جنهن پل،
وڏندي آ چڪتاڻ ڏني تئي!

پتر پاڻ سڏائي تنهن جي،
اکڙين ۾ آلاڻ ڏني تئي!

ڪوڙ ٻڌو هوندئي هُن هُن کان
”پريت“ ڪڏهن چئہ، پاڻ ڏني تئي؟



سوچن ۾ الجهي پيا آهيون.
سپنن ۾ الجهي پيا آهيون.

هڪ هڪ جون سئو سئو معنائون،
لفظن ۾ الجهي پيا آهيون.

ڪونہ پتو ڪاڏي وڃڻو آ،
رستن ۾ الجهي پيا آهيون.

سوچيندي نچندڙ پيرن تي،
گهنگهرن ۾ الجهي پيا آهيون.

ڇا آخر ڳالهين ۾ هُن جي،
اثرن ۾ الجهي پيا آهيون.

پاڻ ”پريت“ آزاد پکين جان،
رسمن ۾ الجهي پيا آهيون.



جيون دل کي گھائيو آهي.
آس وري اتساهيو آهي.

هن جو اوتيو زهر اندر ۾،
گيت ڪري مون ڳايو آهي.

جنهن لئہ هينئن رلياسين، تنهن ئي،
اگنيءَ تي اچلايو آهي.

سوچ ۽ سمجھ ڪري پاسو پئي،
پاڳل پيار ٻٽايو آهي.

تو وٽ تهڪ ئي تهڪ ڏسڻ لئہ،
مون هر لڙڪ لڪايو آهي.

ايڏو ڪونہ مليو جيون ۾،
جيڏو "پريت" وڃايو آهي.



تيو جو لڙڪ اَجهل، نڪري ويو.
نيٽئون سي ڪاجل نڪري ويو.

پياس چتي هئي، پوءِ سامهون چو،
بنا وسئي بادل نڪري ويو.

ڪونہ پتو پيو وقت وٺيءَ مان،
ڪيئن جوين چنچل نڪري ويو.

جو بہ تماشائي، محفل مان،
ٹُٹندي ئي پايل، نڪري ويو.

ڊڪندي بس پاڇن جي پويان،
وقت هي تي پل پل نڪري ويو.

زمان مڪان جا قيد اتي، ”هُو“
پيار ۾ تي پاڳل نڪري ويو.



کيڏا تنها تي پيا آهيون.
پرزا پرزا تي پيا آهيون.

چڙ تہ پتنگ جان اڏندي اڏندي،
ڏورئون ڪاٽا تي پيا آهيون.

اوت اڇي بي انت اندر ۾،
ڏاڍا پياسا تي پيا آهيون.

سانجهہ صبح جيءَ ڪي جهورڻ بئي،
سور سراپا تي پيا آهيون.

جوڙيندي هر گهاءُ رفوءَ سان،
ٽاڪا ٽاڪا تي پيا آهيون.

”پريت“ ڪنائي ڪوبہ نہ جن ڪي،
اڄ سي واڪا تي پيا آهيون.



جينئن هيڏو سنسار وڌي پيو.
تيئن ڪاٿي هي پيار وڌي پيو؟

انگ انگ جيڏو آرُ وڌي پيو،
تينئن هن جو انڪار وڌي پيو.

آ جاني ڳڌ جوءِ ۾ ، ناريءَ
سانجهه صبح سينگار وڌي پيو.

خوشيون تہ ڪون لڌيوسين باقي،
سورن جو سهڪار وڌي پيو.

ڪو، نہ ڪري آبياري پوءِ بہ،
ٽڪڙو ڏک جو ڏار وڌي پيو.

پيار ڪان پاڻ پلي وياسين پر،
من تي ڏاڍو بار وڌي پيو.



عڪس رهي نيٽن ۾ ڪنهن جي.
هوندو آ ياڳن ۾ ڪنهن جي.

ڪنهن کي ڪون پتو پوندو آ،
ڪير رهي سپنن ۾ ڪنهن جي.

اوندهه ۾ آشا جو ڏيئڙو،
جلندو آ جذبن ۾ ڪنهن جي.

مُرڪن مام تپي او! پيارا،
گهور وجهو گهاون ۾ ڪنهن جي.

ڪو تڙپي تاڻي پيو تنها،
ڪو ٻهڪي ٻانهن ۾ ڪنهن جي.

ڳالهه ڪائي آهي جو ڏسجن،
گجرا اج وارن ۾ ڪنهن جي.



هليا ڪيترو هون گسن ڪان پڇي ڏس!
سموار تئي ساڪي وٽن ڪان پڇي ڏس!

وئي رات گذري سا گذري وئي ڪيئن،
رليءَ ۾ پيا تئي گھنجن ڪان پڇي ڏس.

سدا اڻ ڪڙيا هن رکيا تنهن جي لئہ هي،
اچي ويجهو دل جي درن ڪان پڇي ڏس.

ڪريا هن هي اپ مان يا اکڙين مان ڪنهن جي،
پيا تئي مٽيءَ تي ڦڙن ڪان پڇي ڏس.

سوا تو نہ تصوير ڪائي چٽي تن،
منديءَ ۾ جڙيل جي نگن ڪان پڇي ڏس.

سجاڻين نہ ڪا ”پريت“ اڳ هي چوڻ ڪان،
پرين ٿورڙو پنهنجي من ڪان پڇي ڏس!



چپ سرخيءَ سان جو ڍڪيل آهن.
درد تن ۾ بہ ڪجھ لڪل آهن.

سور ڏي نئون تہ ڪو مزو ماڻيون،
اهي پر جا سيئي سٽل آهن!

ڪنهن جي وڪ وڪ وئي واسجي، ڪنهن
جي،
جڻ تہ رڳ رڳ ۾ رڻ رڪيل آهن.

سندا جوين جا ڏينهن چا ساريون،
گهٽ گهاريل، گهٽا ڪسيل آهن.

پنهنجي جذبن ۾ آڳ ۽ ماڻهو،
برف وانگي چو سڀ جميل آهن.

وياسين ويجهو تہ پيو پتو، ڪيڏا،
جسم جيئرا ۽ من مئل آهن.



پنهنجي رستن کي منزلون کونهن.
پوءِ بہ آسون اسان پليون کونهن.

ٻڏي پياسن جي کا صدا وسنديون،
ايڏيون ککريون بہ بي وڙيون کونهن.

سهٽي ساعت کا ياد ٻٽجڻ ڏي،
گهڙيون جوين جون کي وريون کونهن.

مليو هر کنهن کي جنهن جهلي جهولي،
پنهنجون ئي پيار ۾ پتيون کونهن.

آهيون وک وک تي جڙ کنا، سمجهو،
پڇو عمريون ٽا ايئن کتيون کونهن.

ڳالهہ آ ٻي کا، خواهشون پيارا،
چنڊ چوڏهين تي تيون چريون کونهن.

"پريت" کيڏو نہ خوش گذارن پيا،
رکيون سيني ۾ جن دليون کونهن.



کيڏا گهرا راز تا ڏسجن.
چپ يي الفاظ تا ڏسجن.

چا چئجن کي کي کوتائون،
سٽ سٽ ۾ چڻ ساز تا ڏسجن.

ڄار بنا جهنجي وينداسين،
نظرِ نظر ۾ باز تا ڏسجن.

چا ته مزو پرچائڻ ۾ آ،
پرين وري ناراض تا ڏسجن.

کو، نه تماچي، ۽ نه وري کي،
نوريءَ وارا نياز تا ڏسجن.

ڏسِ تون ، کنهن کنهن ساڻ وڙهون هت،
من ۾ کوڙ محاذ تا ڏسجن.

کي ته وڏا کي ننڍڙا ماڻهو،
ايڏا چو امتياز تا ڏسجن.



رَهون پاڻ ڪان تا چو اٽجاڻ پيارا.
اسانجي اڪين سان ڏسو پاڻ پيارا!

ويندا پاٺهي گهٽجي وچئان فاصلا هي،
وڏون ڪجهہ اسان، ڪجهہ اوهان پاڻ پيارا.

پلا پريم جون چو پري منزلون هن،
نظر ڪو اچڻ گهرجي اهجاڻ پيارا.

سوچي ساڻ هلجو، اسانجي گسن ۾،
رڳو ڌرتتي، ڪو، نہ مهراڻ پيارا.

منجهان هر ڪٽوريءَ پريو من آ پنهنجو،
هاٽي آٽجو ساهہ سرهاڻ پيارا.

ايئن نيٺ تنها رهون ڪيستائين،
اچي ”پريت“ سان ڪي مندون ماڻ پيارا.



عشق ڪان جو بہ آشنا ڪونهي.
تنهن لئہ سچ پچ تہ ڪا سزا ڪونهي.

سوچي سپ هلجو نينهن نگريءَ ڏانهن،
اتي پاڻي ۽ ہيو هوا ڪونهي.

ڦرين ڪارا، اڇا، رتا ميندي،
ننڍڙي وارن جي ٻي ڪتا ڪونهي.

پنو بس! پيار جو پڙهيو آهي،
سچ تہ ڪئي ٻي اسان خطا ڪونهي.

رلي راهن ۾ وياسين لڳندو آ،
ڪنهن اسان کي ڏني دعا ڪونهي.

ڪونہ مورک مشاهدو ماڻيئي،
وقت ڪنهن سان بہ ڪئي وفا ڪونهي.

گسن اوکن جي چوندڙ هئي پنهنجي،
ڪئي گوندر سان ڪا گلا ڪونهي.



ڪير، ڪنهن جيءَ پڪار تي ايندو؟
ڪنهن کي هر هر نہ ايئن سڏيندو ڪر.

سار وڌنديئي اجان بہ ساجن جي،
چنڊ کي ايئن نہ تون تڪيندو ڪر.

سور نيٽئون نہ ڪنهن سجاتو آ،
اک نہ هر ڪنهن اڳيان پريندو ڪر.

پيار آڇي نہ ايئن پريشان ڪر،
تورو آٿت پلي تون ڏيندو ڪر.

اڳيئي جوين مٽيئي گهٽو ماريو،
موتي تنهن تي نہ ٻيا جَڙيندو ڪر.

ڳالهہ ڏک ڏئي جا، ات پلائي چڏ،
ڪري هڪ هڪ نہ سي ڳٽيندو ڪر.

واءِ جيان بس ڇهي هليو وڃبو،
دل تہ پيارا تون ڪجهہ جهليندو ڪر.



جو وجي هن کي اهو رستو تہ ڳول!
کيس جو موهي وجهي لهجو تہ ڳول!

تون عبادت ۾ سدا مسجود آن،
پر خدا کي جو وٺي سجدو تہ ڳول!

منهن نقابن ۾ ڍکي پل ۾ ڇڏيئي،
پر ادائون جو ڍکي پردو تہ ڳول!

بس رڳو پيرن جو پنڌ ناهي پرين،
ماڳ ماڻڻ لاءِ اهو جذبو تہ ڳول!

ها مڃون تنها نہ تون آهين ڪٿي،
آن هجومن ۾ مگر، پنهنجو تہ ڳول!

تون گهرين پيو تو سِين ڪي، موت ۾،
ڪو گهري توکي بہ، ڪو اهڙو تہ ڳول!



جام الفت وري وري پيتو!
پئي اسان ساري زندگي پيتو!

دل جڏهن پي چيو ڪٽي ورتو،
ڪونہ ڪنهن ڪان ڪڏهن پڇي پيتو!

جام سامهون ڏسي شهادت جو،
جنهن ڪنيو، پوءِ لڪي لڪي پيتو!

آب انگور هو، عقيدت هئي،
جيئن رکيئن سامهون مون جهڪي پيتو!

لاهي بادل لباس جان ويڙهيو،
ءِ پو ان ۾ ٻُڏي ٻُڏي پيتو!

ها ٻنهي ۾ اهو فرق آهي،
تو آ ظاهر ءِ مون لڪي پيتو!

ڪونہ قطرو بہ هو بچو پويان،
"پريت" هر هر رکي رکي پيتو!



نيڻ ھي نم ڏئي وئي آھي،
محبت غم ڏئي وئي آھي.

ڪجھ لکي ڍاھيان پئتي ساحل تي،
چاندني ڪم ڏئي وئي آھي.

جي نہ ڏسيائين گس جيئڻ جو ڪو،
ماءُ چو چم ڏئي وئي آھي.

گيت، وايون، غزل پھا تي پيا،
ڏات مرھم ڏئي وئي آھي.

مان بہ گل جان ڇُھان پرين توکي،
شوق شبنم ڏئي وئي آھي.

مون پتو تنھنجو جئن صبا کان پڇو،
تورو مبھم ڏئي وئي آھي!



روز گھائڻ جا گس نوان نہ وڻي،
عشق کي چئو تہ امتحان نہ وڻي.

چئوس ساري ڪٽي چڏي دنيا،
مون کان خيالن جو جڳ جهان نہ وڻي.

هيءَ سڄي سرزمين لتاڙي پيو،
منهنجي نيڻن جا گس اڃان نہ وڻي.

ٻُڏي خيالن ۾ پاڻ وسريو آ،
سونهن کي چئو گهڻو ڏيان نہ وڻي.

ڏار تيو خود آ، دور دور رهي،
رهي آڏو ئي، امتحان نہ وڻي.

ڪيئي خوشفهميون، خود فريبيون هون،
شاعري آ ڪو سچ جيان نہ وڻي.



دور تائين سات ڏيندين،
ڪين تون تنها ڇڏيندين.

ڪو، نہ جي ورنائي مونکي،
تون پرين آواز ڏيندين.

مان محبت جي پڄارڻ،
مهربان تون پي مڃيندين.

نينهن جا نياپا پڄائي،
واءُ ڪي ڪيئن تون ونگيندين.

تون وچن مونکي وري ڏي،
مون سوا ڪنهن جو نہ ٿيندين.

سپ اُماسون ساڻ هوندين
سوجهرن ۾ ساڻ نيندين.

هر وڇوڙي ويل ٽاري،
مونکي ياڪر ۾ پريندين!

تون ئي منهنجو پيار آهين،
مون سوا ڪنهن جو نہ ٿيندين!



وري راهه مقتل جي اڄ ڪنهن پڇي آ،
وري بيقرارين جي موسم لٿي آ.

ڇڙِي جنگ ناحق ۽ حق جي وئي آ،
جو جلاد چادر سِسين سان سَٽي آ.

نہ ئي ڪوئي بادل نہ ڪا ڇِت ڇپر آ،
اسان جي سفر ۾ نجي ڏرتتي آ.

اڃان عڪس روشن ڏسون آرسين ۾،
نہ آڱر اڃان حوصلن جي ڇڏي آ.

پلي ماڻجو دل لڳيون پيا سيئي ، پر
انهن کان بہ پڇجو جنين دل پڳي آ.

وڄايل بهارن ۾ هبڪارون کهڙيون،
سُجاتاسين، جن ساري خوشبو کَسي آ.

هليا شهر جانان ڏانهن سڀ ڪجهہ ها تياڳي،
مگر واٽ تن سان ڪري وئي ٺڳي آ.

پتو ڪنهن رکيو عاشقين جي سفر جو،
۽ تاريخ ڪنهن دل لڳين جي لکي آ.



منهن جي دڳ تي خار نہ وجهجان،
آءُ اُڏان جي چار نہ وجهجان.

مٿي هان مٿي ڏي موٽان،
ايڏا مون تي بار نہ وجهجان.

سچ سان اک ملائي ڏسجان،
ڪولي مُک تي وار نہ وجهجان.

چاٽان قربن جي قيمت تي،
نينهن جا ڏانوڻ يار نہ وجهجان.

چاڪ سچي جيون چولي آ،
چيد نئون تون، ڏار نہ وجهجان.

چڏ تہ پلي ماڻي منزل کي ،
محبت منجھ مهار نہ وجهجان.

نئين سر دل ديوارون جوڙيون،
پيهر تن ۾ ڏار نہ وجهجان.

چوڏهين رات نہ آهہ ستل کو،
ڪنهن کي ٻانهن هار نہ وجهجان.

ڪوڙ جدائي دل جي دڳ تي
هاڻ وتي تون يار نہ وجهجان.



سمند ڪناري واريءَ سان گڏ،
سار هئي ڪا ناريءَ سان گڏ.

گل خريديا ڪنهن ها هُن ڪان،
دل به هلي وئي ڪاريءَ سان گڏ.

پيٽ پرئي جي هرڪو پويان،
بک اڪيلي هاريءَ سان گڏ.

اُلڪا ۽ چنتائون، پوَ ها،
ڪو ته هجي دلداريءَ سان گڏ.

دنيا قاتل سان بيني آ،
منهنجي ڪوتا ڪاريءَ سان گڏ.

ڪو، ٻڏجي ڊِيهن جو مالڪ،
۽ ڪو هڪڙي ٻاريءَ سان گڏ.

هاڪاريءَ جي هرڪو پويان،
ڪو ته بيهي انڪاريءَ سان گڏ.

بيشڪ هن اڇلايو گل هو،
پر بيٺو سنگساريءَ سان گڏ.



نئين سئين تي سج جان ايري وئي هان،
نئين وري ڪنهن راهہ تي نڪري وئي هان.

سڏ، ڪو پويان وري چا لئہ ڪري ٿو،
مان جڏهن ان موڙ تان گذري وئي هان.

”پيار جي، هاٺي نہ راهہ تي هلبو“،
پاڻ پنهنجي ڳالهہ تان مُڪري وئي هان.

ڏيل توڙي ڏانوٽن ۾ آ قاتل،
سوچ ۾ پر اپ ڀي اُڪري وئي هان.

وقت تنهن جو وهم آ ، آهيان ڊنل مان،
انت ڏانهن توڪان بہ اڳ سنبري وئي هان.

ڪو نہ ڪا تهمت لڳي آ وقت تيو آ،
چو نئين الزام ڪان وسري وئي هان؟!

اي صبا! پهچي، پرينءَ ڪي هي چئجان،
مان وڇوڙي واٽ تي وِڪري وئي هان.



سڄا سنسار اورانگهيان!
سيئي گس غار اورانگهيان!

برهہ ڏي حوصلو مونکي،
تہ جيون چار اورانگهيان!

مان هان انڪار تي بيٺل،
پئي اقرار اورانگهيان!

پرين! بس تورڙو ڏس ڏي،
مان تنهنجي سارَ اورانگهيان!

وڃان هر ڳُجهہ کي سمجهي،
سيئي اسرار اورانگهيان!

رڳو بس هي نہ ٿئي مونکان،
پرينءَ جا پار اورانگهيان!



ڪو لهجو سرد آڻيندو،
وري هو درد آڻيندو.

ها! ڪو آٿت دلاسو ئي،
ڪوئي همدرد آڻيندو.

هُو ٻڌيو ويچ آ منهنجو،
سُتي منفرد آڻيندو.

وڇوڙو جڻ تہ پن ڇڻ آ،
آ موسم زرد آڻيندو.

وري ڪي زخم ئي هوندا،
ٻيو ڇا بي درد آڻيندو!



ڏاڍو جيون تو ھيءُ اداس رھي،
اھل دل ڪوئي آس پاس رھي.

دل ڪئيسين ڏيو، اھو ٻارڻ،
ڏسون ڪيسين تي ھيءُ اُماس رھي.

چاھيون خطرن سان ڪيڏجي ايڏو،
ڊپ، خدشو نہ ڪو حراس رھي.

آئي ڪنھن سان آ ھُوءَ ملي آخر،
ڏاڍي اڄڪلھ تي بدحواس رھي.

حالتن سان نہ ناھ تئي، جيسين
سڀ برابر، نہ ڪوئي خاص رھي.

پيار واريون چو ڌار ڌار دليون،
چو نہ تن لئہ خوشي ڪا راس رھي.

ڪوئي آھي، جو پيارَي ايئن، پويان
ڪو بہ غم، آرزو، نہ پياس رھي.

ھيءُ ئي خاھش رڳو اسان جي آ،
ھُو اسان جي ئي آس پاس رھي.



هي نيت وچ ۾ حجاب ڪهڙو!؟
اسان پو ماڻيو شباب ڪهڙو!؟

اسان ڪيون جو، گناهہ سڄي،
ڏسي مگر ڪو، ثواب ڪهڙو!؟

ادا ادا ۾ حُسن آ هوندو،
ادا ڍڪي جو نقاب ڪهڙو!؟

پڇن محبت اوهان ڪئي آ،
ڏيون انهن کي جواب ڪهڙو!؟

قلم سان جيڪر جُڙي تعلق،
آ ڏوهہ ان ۾ جناب ڪهڙو!؟

تو ماڻهو سڄي، چڱو ئي هوندو
آ ماڻهو تيندو خراب ڪهڙو!؟



رڳو دهمان ۾ ڏڙڪا!
ڪريو ڪي وس ۾ واڪا!

رکو پيا موهه ماڳن ۾،
ڪريو پيا پنڌ ڪان پاسا!

جيئڻ جي ويڙهه جي وڙهندا،
سي تيندا وڏجي واٽا!!

ٽُٽي پيا ڪيپ اڪرين جا،
ڏنا جو عشق اوجاڳا.

تا ارڏا آگُرئين ڳٽجن،
جهُڪن پيا هر ڳليءَ ڳاٽا!

نڌڙڪي جي ٽئي ڌرتي،
تہ هوندا ويرانيءَ واسا.

متان مٺي ميّارون ڏئي!
متان ڏئي ڏيهه ڏوراپا!



رسوايون سڀ سور ۽ صدما ساندي رکنداسين،
پيار ڏنا هي سارا تحفا، ساندي رکنداسين.

وصل هيو يا رڳ رڳ ۾ جڻ چنگ چڙي پيا ها،
هيءُ تصور ۾ سڀ لمحا ساندي رکنداسين.

خوابن جي اُڀ تي ڪو چوڏهين چنڊ هيو چمڪيو،
اونداهين لاءِ روشن سپنا، ساندي رکنداسين.

ڪو آلاپ اُتيو ۽ من جي پار وڃي پهتو،
نينهن سندا هي سارا نغما، ساندي رکنداسين.

تنهائي ۾ هاڻ لَتو، ڪنهن سار سنياليو هو،
ساروڻين جا هي سڀ تورا، ساندي رکنداسين.

جيڏانهن آهه نظر پئي، گوليون گهاوَ ڌماڪا ها،
هاڻ لکي هن ديس جا نوحا، ساندي رکنداسين.

نيٺ رُتون متبيون ۽ مُرڪن مُند وري ايندي،
رهجي ويا جي گيت اڌورا ساندي رکنداسين.



اکيلائن جي موسم ۾،
وُني ڪا سار، سڏڪي پيا.

چُهن ڪي آگريون، اڳ ۾
اچا تيا وار، سڏڪي پيا.

رُنوسين، موڪلايوسين،
پرين يي ڏار، سڏڪي پيا.

اهي جوين جنون، جانا
ٻُڌي انڪار، سڏڪي پيا.

سڄڻ! ڪئي سؤ دفعا آهن،
اسان جا پيار، سڏڪي پيا.

نجو سُر، ڪونہ تو گهرجي،
سچا فنڪار، سڏڪي پيا.

سُٽي ڪا چيخ ڪاريءَ جي،
هي ڪُل سنسار، سڏڪي پيا.

نہ موتيو هيل وٽجارو،
سکيءَ، سينگهار سڏڪي پيا.

لبن تي آ، وري لرزش،
وري اظهار، سڏڪي پيا.



اوهان خوشين ۾ خبر ناهي ڪهڙي بات ڏني؟
اسان تہ درد جي سيني ۾ ڪائنات ڏني!

صبح جو سج يي ايري ٿو، ڪنهن ڏنو هوندو!؟
اسان تہ رات جي پويان وري آ رات ڏني!

روح هر دؤر ۾ هر جاءِ بيقرار رهيو،
پڳاسين نينهن جي نگري ۾، آ نجات ڏني.

اسان هن دل لڳيءَ جي دار تان بہ گذرياسين،
۽ گذري دار تان ٻيهر وري حيات ڏني!

ڏني ويساهہ گهاتين جي جيت هر ييري،
۽ اعتبار جي هر ييري آهي مات ڏني.

هلياسين چوڏسائن ۾، رڳو اماس ملي،
پڳاسين پيار جي پاسي ۾، آ پريات ڏني.

نہ اوچ نيچ ۾ پنهنجو ڪڏهن ايمان رهيو،
اسان انسان ڏنوسين نہ ذات پات ڏني.



گهڻو زندگي هئي پري، پئي جياسين!
سيئي دور سپنا ڪري، پئي جياسين!

اڇي سار دامن ڇهيو تي اسان جو،
اسان تنهن کي ياڪر يري، پئي جياسين!

گهٽئي سُرڪ اوتيا ۽ پئي لڙڪ روڪيا،
هي پيمانو ڀَر ۾ ڏري، پئي جياسين!

هئي چيد چولي سڄي چاهتن جي،
رفو تنهن کي هر هر ڪري، پئي جياسين!

لتو هاڻ هر هر، وري ذهن تي ڪا،
اڇَي سار سُهڻي تري، پئي جياسين!

جڏهن جڳ جهان پاڻ لئه اوپرو ٿيو،
پرين! توکي پنهنجو ڪري، پئي جياسين!

ڏسي دل جو دروازو، دستڪ ڏنيسين،
کُلي پوندو، اِن آسري، پئي جياسين!

ٻُسو آهي بيشڪ، حياتي جو دامن،
پئي ذات ڦلڙيون ڀَري، پئي جياسين!

ڪٽئون ساه هڪڙو، پنيان سُور سؤ سؤ،
وڏيون قيمتون، مَن جُهري، پئي جياسين!



تنهنجي ئي آ تات ساري، ساڻ هلندي،
عمر ڀر جي بيقراري، ساڻ هلندي.

آ ازل کان ابد تائين نينهن پنهنجو،
تهمتن جي سنگِ باري، ساڻ هلندي.

ڏات ڏانوڻ سوچ ۾ آهن اسان جي،
هيءَ اسان سان گيت ڪاري، ساڻ هلندي.

هڪڙو لمحو سونهن جي جلوه گري هئي،
دور تائين تابڪاري، ساڻ هلندي.

پيار جي پالوٽ ۽ پهلو پرينءَ جو،
پاڻ سان هيءَ رازداري، ساڻ هلندي.

جا گهڙي تو عمر ۾ مون سان گذاري،
سا، اسان سان عمر ساري، ساڻ هلندي.

ساپيائن جو سفر سارو اسان جو،
اک هر ڪا خواب واري، ساڻ هلندي!

عاشقين جون ڪي نيون شعمون جلايو،
”پريت“ ڪيسين رات ڪاري، ساڻ هلندي.



ڪجهہ يي نہ پيو بدلجي، ڪا ڏات ۾ ڪمي آ
ظلمن سان سينو ساهي تنهن ذات ۾ ڪمي آ.

پئي رات راڻي مهڪي چنڊ هاري چاندني پيو،
پهلوءَ ۾ آ پرين ڪٿ، هيءَ رات ۾ ڪمي آ.

دل جو وطن ڪپي تو دل وارا ساڻ گهرجن،
محسوس جا بہ جا تي، جذبات ۾ ڪمي آ.

کهڙي ڪمي جهان ۾ هر هر پڇين ٿو مونکان،
ڏسِ! چا ڏسيان مان توکي هر بات ۾ ڪمي آ.

خوابن جي سرزمين هئي اک پرهہ جو کُلي جيئن،
آجيان نہ مرڪ ڪئي، هيءَ پريات ۾ ڪمي آ.

دل تي اُنيونِ گهٽائون، جل ٿل زمين تي وئي،
من جو اگڻ اُجارو، برسات ۾ ڪمي آ.



كيئين اڪثريون! نگاهَ ڳالهايو،
جڻ اسان سان هو چاهَ ڳالهايو.

ماڳ ڏانهن ويندي جو مُنجهيس ڪاتي،
ڏس ٻڌائڻ لاءِ راهہ ڳالهايو.

ڪو نہ اچ وچ رڳو هوا جي آ،
ڪنهن نہ سمجهو، هو ساهہ ڳالهايو.

ڪيڏو جيون هو، رڻ جيان روليو،
پيار، ٻڏجي پناهہ ڳالهايو.

منهنجي ڄمر جا بہ ڪي سبب ڳوليو،
بيهي ير ۾ گناهَ ڳالهايو.



سونهن سپنن ۾ ٻُولجان مونکي،
دل جي ڌڙڪن ۾ ٻُولجان مونکي.

ڪين دولت جي ڏنڌ ۾ ڏسجان،
چاھ چرنن ۾ ٻُولجان مونکي.

چاھتون جن منجهان ليئا پائن،
انهن نيڻن ۾ ٻُولجان مونکي.

ڪين وِجھان تون چوڏسائن ۾،
پنهنجي ساھن ۾ ٻُولجان مونکي.

بيوفائين جا داستان هوندا،
تون وفائن ۾ ٻُولجان مونکي.

مان هان خوشبوءِ جيان مزاجن ۾،
تون هوائن ۾ ٻُولجان مونکي.

مان سنڌو ديس وانگي سچ آهيان،
تون نہ وهمن ۾ ٻُولجان مونکي.

ڏار تي ويا جي، تن سان منهنجو چا،
”پريت“ پنهنجن ۾ ٻُولجان مونکي.



ميگهه هر پل ملهار اکڙين ۾،
جڻ تہ ها آبشار اکڙين ۾.

عڪس ڪيڏا اکين مان گذري ويا،
۽ رهيا ڪنهن جا پار اکڙين ۾.

خيال، احساس عڪس تنهن جا سڀ،
منهنجو ڪجهہ ڀي نہ يار اکڙين ۾.

خاهشون التجائون اوسيئڙا،
پئي تي سانديان هزار اکڙين ۾.

هن ڪيو قيد قرب ۾ پنهنجي،
۽ رکيئين دام، ڏار اکڙين ۾.

هوءَ جا هر هر لُڇي، رليءَ تي، تنهن
ان ڪتيو انتظار اکڙين ۾.

ڪونہ لفظن ۾ ماپجي سگهندا،
"پريت" سارا تئي پيار اکڙين ۾.



وري کنھن سار الجھايو،
۽ وھمن وار الجھايو.

ھا اڳ ئي مسئلا ايڏا،
مٿان دل ڏار الجھايو.

حَسين پئي ھر ڏسا ياسي،
پرينءَ جي پار الجھايو.

لھي پئي چنڊ جھوليءَ ۾،
کري دل آر، الجھايو.

چري دل ڀي نہ ٿي پلجي،
اڳيان انڪار الجھايو.

ڪڏھن، ڪيئن ۽ ڪجي ڪاٿي،
انھيءَ اظھار الجھايو.

ڇڏايون جيئن اجان ڦاسون،
آ جذبن چار الجھايو.



اندر ۾ اوتجي خمار ڏنا.
سونهن کي ڪنهن هي اختيار ڏنا.

هو بہ ايڏو ڇا ڀانئين تو مونکي؟
جنهن کي مون ايندي ويندي پيار ڏنا.

هن جو انداز منصفي ڏسجو،
خود ڪٽي خوشبو، مونکي خار ڏنا.

ڏَک، تُنهنجو بہ ڪجهہ تہ تئي ڪاتو،
تو جو ڏونگر کي ايڏا ڏار ڏنا.

ننڊ ڳلين تان ڪهڙو خواب لنگهيو،
جنهن ها اکڙين کي آبشار ڏنا.



لڳي جو دل، حدون ڪهڙيون!؟
سڪي پو سرحدون ڪهڙيون!؟

هئي بس پيار جي رم جهم،
الائجي هون مندون ڪهڙيون؟

سدا مسجود جي من ۾،
پڇائن مسجدون ڪهڙيون؟

ٽُنل هون جاتئون ڪاتئون،
ڳنڍيون ڪاٽان تندون ڪهڙيون؟

اجل جان گهاريون پل پل،
اجل جون آمدون ڪهڙون؟



عشق علم کي کوِڙي وئي آ!
هر کو جيءُ جهنجوڙي وئي آ!

نڪري پئي جو پوءِ جهليندڙ،
هر ڪا ٻانهن مروڙي وئي آ.

چاهت هن جي وڻ ويڙهيءَ جان،
سوچ حواس وڪوڙي وئي آ.

مستيون ڇڻ تہ هوا ۾ جاڳيون،
وار سمورا ڇوڙي وئي آ.

ساجن سامهون گهڙو ڪچو هو،
پار وجهي يا ٻوڙي، وئي آ.

اهڙي پيار ڏني پڪ آهي،
سات نہ ڪنهن جو توڙي، وئي آ.

مس سورنهن سالن جي هوندي،
پر صدين جو لوڙي وئي آ.

هن جو جوبن چولو کهڙو،
چاڪ چتيون هو، ڇوڙي وئي آ.



گھايل من تي بار اهو ئي!
سک جو ساگر تار اهو ئي!

دل کي نيٺ پلي ئي وياسين،
اکڙين ۾ اظهار اهو ئي!

سک کي ڪونہ نيائڻ آيو،
دردن جو وهنوار اهو ئي!

چوڏس تبديلي جون ڳالهيون،
پورهيت ڍويو بار اهو ئي!

فن اورانگهي ويو سرحد کي،
بک تي پر فنڪار اهو ئي!

باغي جذبا ڪاتي جهلبا،
سرڪش آڏو ڄار اهو ئي!

هر شيءِ آ تعمير وري تي،
من ۾ ڏک جو ڏار اهو ئي!

عمر اچي پيريءَ تي پهتي،
من رهجي ويو ٻار اهو ئي!

دور پيا منجن ڪيڏا پي،
ڪانئر جو ڪردار اهو ئي!



ڪين ڪڏهن واڳيا هِن جذبا!
ڏس ڪيڏو جهاڳيا هِن جذبا!

ڪين سٽون ڪوري ڪاغذ تي،
مون تہ هڙئي هاريا هِن جذبا!

وقت سندي ويرُن سان وڙهندي،
مشڪل سان تاريا هِن جذبا.

هاڻ اماس ڪتي بہ نہ رهندي،
ٻاڻ ڪويءَ ٻاريا هِن جذبا.

جيون وهہ پيئندي گذري آ،
پر ڪنهن لئہ جئاريا هِن جذبا.

وارن ۾ چانديءَ تارون، پر،
سڪ ساڳي ساڳيا هِن جذبا.

وري ڪوئي اگني اوتي ويو،
هاڻ تہ مون ناريا هِن جذبا.



پيار جي ڏڳ تي موڙ پرين تون،
مون کي ٻيهر جوڙ پرين تون.

پريت جو پيچ هي ڏوهه وڏو ٿئي
مان لوڙيان ڪجهه لوڙ پرين تون.

پونءِ سڄي گيتن سان گونجي،
مون سان ڳڏ جاڪوڙ پرين تون.

عشق لنگهي دل جي واٽن تان،
ڪين دلين کي ٽوڙ پرين تون.

جهيڙي پار پڳي هان تنهنجي،
هاڻ نيائج توڙ پرين تون.

روشن ڪر پنهنجون راهون سڀ،
منهن جا نيڻ نچوڙ پرين تون.

عشق جي ڳنڍ ٻڌي آ ٻنهين،
ڪين اها ڳنڍ ڇوڙ پرين تون.



پورا هلندي پساهہ تي ويندا،
سارا رستا گواهہ تي ويندا.

ساري دنيا ميار پئي ڏيندي،
پر سڄڻ سان نياهہ تي ويندا.

پيار تنهنجو بنائيندو ڪافر،
سارا پنهنجا گناهہ تي ويندا.

وينديون هارائي ڪلفتون ساريون،
نينڻ سوپارا چاهہ تي ويندا.

وڙهڻ وارن سان ويڙهہ ئي ٿيندي،
ڪو جي نهندو تہ ناهہ تي ويندا.

جي نريو ڪوئي خاڪ تي ويندو،
ڪو جي ڏڪندو آڙاهہ تي ويندا.

ڪونہ پوندو آ ڪو پتو ڪيئن هي،
پيار هن بي پناهہ تي ويندا.



ساڻ جي ناهين پرين،
تي چڪي ٻانهين پرين!

روح ئي رولي ڇڏيئي،
نيٺ تون ڇاهين پرين.

آ اجل تنهنجي بنا،
زندگي آهين پرين.

مان ويس پترائجي،
ڇا ڇُران؟ ناهين پرين.

پيو ڳنڍين ڳالهيون ڪري،
دور تي ڊاهين پرين.

ڪيئن اکر جي پيٽ ۾،
سمنڊ تو لاهين پرين.

جي وري ٻيهر پوان،
جي ائين ڇاهين پرين.



قوليا مينديءَ ڏار پرين! ڪو چا ڄاڻي،
منهنجا توسان پيار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

آ البيلي وير جيان چڙهندي لهندي،
من تي تنهنجي سار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

ضدي من منهنجو هي ڪونہ پليو مون کان،
۽ تنهنجا انڪار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

ائين لڳي لونءَ لونءَ ۾ ڪنهن اڳينون اوتيون،
ملندي ئي چپ چار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

جي آهين گڏ گهاوَ سمورا يرجن تا،
وڪران جي تون ڏار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

خوشبو خوشبو وات هئي هلندي هلندي
ڇيجي پوندا خاري پرين! ڪو چا ڄاڻي؟

پيار ڪرڻ وارن سان ڪيڏا قهر هئا،
يرجي وئي اخبار پرين! ڪو چا ڄاڻي؟



گهايون صبح شام اٿئي،
اکڙيون بي آرام اٿئي.

مان جو اجڙي وئي آهيان،
تو تي ئي الزام اٿئي.

پو ڀي درد سجاڻئہ تي،
بدلايا ڪئي نام اٿئي.

ڪيئن سجڻ سمجهان توکي
مرڪڻ ۾ ڀي مام اٿئي.

رت ٻڏل تئي تحريرون،
سوچن ۾ سنگهرام اٿئي.

چاهہ ۾ تيءَ چٽو تورو،
ايڏا ڇو ابهام اٿئي.

سڏجن ڪوڙ 'وڏا' ماڻهو
نينهن ۾ سڀ ناڪام اٿئي.

نظرن ساڻ ڪرين قابو،
نيڻ اٿئي يا دام اٿئي؟



اڻ ڳڻين آرائشن کي مون ڏنو هو،
روز مرندي خواهشن کي مون ڏنو هو.

اڄ جي احساس هوٗ ويتر وکوڙيو،
دور ٿيندي بارشن کي مون ڏنو هو.

ڪوڙ ڳالهيون اڻ چيون رهجي ويون هيون،
۽ چپن تي جنبشن کي مون ڏنو هو.

پنڌ ۾ پوئتي ڏسڻ هو ڏوهه مون لئه،
پوريان ٿيندي سازشن کي مون ڏنو هو.

ليلاهيندي ماٺهو مانيءَ لئه، مري ويو،
پرستشن ۽ پوڄائن کي مون ڏنو هو.

سوچ جي آوارگين جي حد ڄاتم،
۽ بدن تي بندشن کي مون ڏنو هو.



ٽٽندا جي خواب هوندا،
اکين ۾ آب هوندا.

واٽن تي وڇڙيو پيي،
هيءُ پيي عذاب هوندا.

خنجر جان سوال سيئي،
جهُرندا جواب هوندا.

جوڀن کو هوندو جلندو،
ٽڙندا گلاب هوندا.

وڏنديون کي ويجهڙايون،
لهندا حجاب هوندا.

محبت جي مي ڪشي هئي،
شڪبا شراب هوندا.

پڙهندا کي تڙپي تڙپي،
ڪوتا ڪتاب هوندا.

مجبورين جا مقتل،
لڇندا شباب هوندا.

زخمي هي سر سمورا،
رڙندا رباب هوندا.



پيار جو پنڌ آ ڏکو ٿيندو،
ساڻ هوندين تہ حوصلو ٿيندو.

بند ڪڙڪيون ڪڙيل ها دروازا،
پوءِ بہ روحن ۾ رابطو ٿيندو.

اڄ ئي دل جي عجيب حالت آ،
وجي ويتر پيو ويجهڙو ٿيندو.

نيڻ سپنن ستي چڏيا آهن،
ڪو نہ ڪو هاڻي حادثو ٿيندو.

ٿيون لنگهن ڪربلائون دل تان، جي،
هو آ پل لئہ بہ اوپرو ٿيندو.

دل تي، چوندين جي، مان پٿر رکندس،
سو جي پگهليو، پٿر ڏکيو ٿيندو.

درد دل ۾ سمورو سانديو مون،
درد ئي ماڳ جو پتو ٿيندو.



پير هليا جي سنگهر سامهون!
خيال جڙيا جي خنجر سامهون!

قومون يي منجي وينديون هِن،
تاريخي تئي ڪندر سامهون.

ماڻهو پيو ماڻهوءَ کي ماري،
مسجد اندر، مندر سامهون.

او ڳيرو! ڪجهه خيال ڪنيندئي،
واٽ متيندي يا گهر سامهون.

ڪير ڪپي ڪارونجهر منهنجو،
چورائي پيو پٿر سامهون.

جيون ۾ ڪيڏو لوڙيو آ،
اڃا وري ڪي محشر سامهون.



مون پناهون ڏنيون هون رڳو پيار ۾،
ميت تنهنجي بنا ڪجهه نه سنسار ۾.

ڪيئن سڄيون محبتون منهنجي جهوليءَ وڌئي،
ڇا ڏنئه او پرين! هِن گنهگار ۾.

ها! هوائون گهليون هونديون هاڪار جون،
ڪو نه ارڏو اٿي بيهندو انڪار ۾.

هيءَ عجب عاشقيون هون عجب منصفي،
جيت ۾ تون سدا مان سدا هار ۾.

پئي ڪناسين، لڇياسين، اٿياسين، رهي،
هيءَ عجب سرڪشي پُنهنجي ڪردار ۾.

تو نه پل لئه پرينءَ کي سنياريو سڪي،
مون نه عمريون کپائي ڇڏيون سار ۾.

آ، اسان جهيڙي جڳ سان ڪئي دل لڳي،
هي اسان کان پڇو ڇا ڏنو پيار ۾.



اوهان جي مهرباني آ،
جو گذري زندگاني آ.

پڇين پيو دل جي ويراني،
رٺن تي راڄداني آ.

اکين ۾ خواب ڪونهن ڪي،
زوالن جي نشاني آ.

لهين جي پل پرين دل تان،
اها پڻ بي ايماني آ.

وري پئي واٽ تان تولئه،
دلين ۾ جاءِ جاني آ.

ٿڙي هر زخم پيو مهڪي،
سنئي تي باغباني آ.

محبت روح روڙيندي،
جلائيندي جواني آ.

اسان جي ئي ڪتا ساري،
اسان جي ئي زباني آ.



لوڇ ۽ پيچ ڏاهه ڪا آهي اندر ۾،
ڪو پتو پئي ئي نہ ٿو چاهي اندر ۾.

مان ڪري تعمير خود کي هان ٿڪي پئي،
ڪير مون کي روز پيو ڍاهي اندر ۾.

اهل دل جي درد جو پتو رکجو،
ڪنهن کي ڪوئي ديوانو چاهي اندر ۾.

مان وصل جي واٽ سان ونگجي وئي هان،
او پرين! ڏس تنهنجي ڇا آهي اندر ۾.

پوءِ وڇوڙي جو جڏهن پوري وجهي ٿو،
عشق لونءَ لونءَ کي ڳنڍي ٿاهي اندر ۾.

ٿو لڳي من پنهنجو ڇڻ ماتم ڪندو آ،
ڪير ايڏو درد ٿو لاهي اندر ۾.

ول ڇڻ ڪائي وڇوڙي جي، وجود آ،
ڳاهه ٻڏجي تانگهه ڪا ڳاهي اندر ۾.

مان پئي پتڪيس پليس ڳولا سندءِ ۾،
دير سان ڄاتم تہ هو آهي اندر ۾.



ڪو روڪي هاڻ عذابن کي،
زنجير وجهي ڪو خوابن کي.

هو پيار ڪيو پاڳل ايڏو،
مون سمجهو سمنڊ سرابن کي.

ڪيئن ماڻيئہ پيار سچو منهنجو؟
ڪيئن پار ڪيئہ حجابن کي.

مان جنمي ئي ڏوهي آهيان،
منهنجي نہ سڄاڻ ثوابن کي.

هو سوال مٿان آ سوال ڪندو،
۽ ٻڌندو ناهہ جوابن کي.

مون خاڪ ڪٿوريءَ کي ڄاتو،
ڇا ڪرڻو هاڻ گلابن کي.

ٿي تن سان سارو حال ڪيان،
پر مان نہ هئاءِ ڪتابن کي.



رخسانہ پريت بنيادي طرح غزل جي شاعرا آهي ۽ غزل ڏاڍي نازڪ نفيس صنف آهي. ٽاڪئين ڪائي جيان ڪڏهن ڪڏهن هلڪي آواز تي پور پور ٽيندڙ. ان جا قائدا قانون بہ سخت آهن بحر وزن جو سقم ۽ لفاظي ان لاءِ هاڃيڪار آهي. اشاريت ۽ رمزيت ان جو مُرڪ آهي. غزل هڪ مشڪل صنف پڻ آهي، تہ ڇا رخسانہ پريت بہ مشڪل پسند آهي ۽ هوءَ خطرن (ڄاتن اڄاتن /ذاتي اجتمائي) سان منهن سامهون ٿئي ٿي. هيئتي تجربي جو ساهس ڪري ٿي، هوءَ غزل کي زندگيءَ سان جوڙي ٿي ۽ زندگي ايڏي آسان نہ آهي!

هوءَ حياتيءَ کي کهڙو ناںءُ ڏئي
ڳاهہ آ سا، ڳهي وئي آهي!

رخسانہ پريت جي شاعريءَ ۾ وقت، مفاصلو، زندگي ۽ عشق، بليغ استعارا بڻجي ويا آهن. هوءَ موضوع ۽ احساس جي شدت جي اظهار لاءِ لفظن جي چونڊ ڪري ٿي. جيئن هن شعر ۾" هلئون ٿا، اتي هلون ٿا بہ ٿي پئي سگهيو، پر هلئون ٿا ۾ ان وحشي رسم لاءِ ڏڪار، پوري سسٽم لاءِ ڏڪار بڻجي ٿي وڃي.

هيءَ حياتي ڄڻ تہ چرپيلي هلئون ٿا
پير ڇالا نيڻ ڇو آلا پڇين ٿو!

ڪل کي جز ۽ جز کي ڪل بڻائڻ جو معجزو صرف شاعريءَ ۾ ئي ممڪن آهي، اَڪٽ وقت (ڪل) جي گهڙي (اَلڪي جز) ڪيڏي نہ خوبصورتيءَ سان هن سٽ ۾ جڙي آهي.

جنهن گهڙيءَ تو کي بيقرار ڪيو
پهرين مون وٽ رهي وئي آهي.

رخسانہ پريت ڄاڻي ٿي تہ سور ريءَ سٽ نہ آهي.

سٽ نئين ڪانہ ايئن لکي ٿيندي،
سور نئون ڏيو تہ شاعري ٿيندي

هن وٽ غزل جو پنهنجو رنگ ۽ ڍنگ آهي ۽ دل چاهي ٿي تہ رخسانہ پريت ايئن ئي نينهن جا نت نوان نغما ڳائيندي رهي.

پيا پڇن ڪيئنءَ ٿا ڪريو هيءَ شاعري؟ تن کي ڇئو:
نينهن لکرائيندو آهي روز هي نغما نوان.

**امداد حسيني**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٿُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنىٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ
ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)